# تفسير سورة فاتحه

# فطرت جي ٻولي

عزيزالله پوهيو

انب گوپانگ

سنڌ ساگر اڪيڊمي

# تفسير سورة فاتحہ

## قرآن جو تفسير قرآن سان

فن تصريف آيات جي روشنيءَ ۾

ترتيب ڏيندڙ: عزيز الله ٻوهيو

---

## تفسير سورة فاتحہ

فطرت جي ٻولي

از قلم: انب گوپانگ


ڇپائيندڙ

سنڌ ساگر اڪيڊمي

پوسٽ آفيس خير محمد ٻوهيو وايا نوشهرو فيروز سنڌ


قيمت: پنجويهہ روپيا

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمَانِ الرَّحِيمِ

ترجمو:"شروع ٿو ڪريان" ساڻ نالي الله جي جيڪو وڏي ٻاجھہ وارو ۽ گھڻو رحم ڪرڻ وارو آهي"

## جدا جدا لفظن جي معنيٰ ۽ مفهوم

حرف "ب" جي هڪڙي معنيٰ آهي ساڻ ۽ ٻي معنيٰ علت ۽ سبب واري بہ ڪئي ويندي آهي.

لفظ اسم جو اصل مادو آهي س-م-و-سمو جنهن جي معنيٰ آهي اهڙي علامت ۽ نشاني جنهن سان ڪنهن کي سڃاتو وڃي. الله جا سڀ صفاتي نالا ان جي سڃاڻپ ڪرائن ٿا لفظ "الله" رب پاڪ جي ذاتي نالي طور مشهور ۽ متعين ڪيل آهي. لغت جي ڪن عالمن وٽ لفظ الله جا مد آهي. ان مان ڪنهن صيغي جو اشتقاق نٿو ڪري سگهجي. جڏهن تہ ڪن عالمن وٽ مشتق آهي. ان ڪري مادي جي لحاظ سان الہ يالہ جي صيغن جي معنيٰ ڪئي وئي آهي پريشان ٿي گهٻراهٽ ۾ ڪنهن پناهہ کي ڳولڻ ۽ الہ يا لہ جي ٻي معنيٰ آهي ڪنهن کي پناهہ ڏيڻ ۽ امان ڏيڻ. ڪن جي خيال مطابق الله اصل ۾ ال الہ هو وچ وارو همزو گهڻي" استعمال سبب ڪيرائي لام کي لام ۾ مدغم ڪري لفظ الله بنايو ويو جنهن جي معنيٰ ٿي معبود.

رحمان ۽ رحيم لفظن جو مادو ساڳيو آهي، جدا صيغن جي لحاظ سان رحيم جي وزن فعيل جي خاصيت جي لحاظ سان (معني ٿيندي سدائين لڳاتار ضرورتن ۽ گهرجن آهر رحم ڪرڻ وارو ۽ رحمان جي وزن فعلان جي خاصيت واري معنيٰ آهي تہ اسپيشل پروموشن ۽ خصوصي عطيي ۽ گفٽ طور رحم ڪرڻ وارو انهيءَ فرق کي هن طرح سمجهڻ گهرجي تہ سموري ڪائنات ۽ مخلوق جا سڀ قسم ۽ نوع، پيدائش ۽ پرورش جي لحاظ سان رب سائين جي رحمت جي هڪ جهڙي طريقي، نظام، سسٽم ۽ عنايت سان پلجي رهيا آهن، اهو مفهوم ڇئبو لفظ رحيم جو جيڪو سڀن سان هڪ جهڙو لاڳو آهي. پر مخلوق جي سڀن نوعن ۽ قسمن مان وَلَقَدْ كَرَّمْنَا بَنِي آدَمَ يعني انسانن کي فضيلت ۾ مٿيرو ڪرڻ، اهو مفهوم لفظ رحيم جي ڀيٽ ۾ رحمان جي صيغي مان ملي ٿو عربي ٻولي جي صيغن ۽ بابن جي مٺ سٺ سان معنوي خاصيتون مٽجيو وڃن. جدا جدا ٿيو وڃن. توڻي جو مادو هڪڙو ئي هجي، اهو آهي ٻوليءَ جو ڪمال، تہ رحمان واري وزن جي اسپيشل رحم واري معنيٰ جيئن علم الانسان مالم يعلم يعني رب پاڪ انسان کي اڻ ڄاتل شين جي ڄاڻ ڏني تہ هاڻي اها خصوصيت مخلوق جي ٻين قسمن کان نرالي آهي، جيڪا رحمان جي صيغي سان تعلق رکي ٿي، رحيم جي وزن وارن عطين ۾ سڀ

مخلوق جا قسم برابر آهن پر هت رحمان جي مفهوم ۾ اسپيشل عطيو سمجهبو. جنهن جو تعلق كتب علي نفسه الرحمة (4 ـ 54) يعني الله پاڻ تي مخلوق مٿان رحمت ڪرڻ لازم قرار ڏني آهي. ساڻ ٻه آهي، ۽ اجا ٻه اسپيشل پروموشن وَاللَّهُ يَخْتَصُّ بِرَحْمَتِهِ مَنْ يَشَاءُ (2ـ105) يعني علم وحي ذريعي نبوت ۽ رسالت جو درجو ڏيڻ يا انسان جي شخصيت ۽ پرسنلٽي نامن ۽ سنوارن اهو ٻه رحمان جي صيغي ۽ وزن واري خصوصيت جي معني ۾ اچي ٿو ته الله جي انهن صفتن کي ذهن ۾ رکي هر ڪم شروع ڪرڻ مهل بسم الله پڙهڻ جي تعليم ڏني وئي آهي. جنهن ذريعي ماڻهو الله جي بي ڪنار رحمتن ۽ عطين کي ذهن ۾ رکي جڏهن ڪو ٻه ڪم شروع ڪندو ته ان ڪم ۾ ٻه ايڏي وڏي ترقي ۽ ڪاميابي حاصل ڪندو. اجا ٻين لفظن ۾ رحمان جي هڪ هي معنيٰ ٻه ڪئي وئي آهي ته بغير مشقت جي بغير محنت جي پنهنجون عطائون ۽ نعمتون عام جام ڏيڻ وارو ۽ رحيم جي معني ته انساني محنتن جو پورو ۽ پورو پورو بدلو ڏيڻ وارو (رحمان رحيم بابت وڌيڪ تفصيل اڳتي سورت ۾ ايندا) رهيو سوال ته ترجمو ۾ شروع ٿو ڪيان يا ڪنهن ٻه ڪم ڪرڻ لاءِ ڪو ٻه لفظ بِسْمِ اللَّهِ الرَّحْمَانِ الرَّحِيمِ ۾ ڪتب ڪونه آندو ويو آهي؟ تنهن لاءِ سمجهڻ گهرجي ته اهو جاتي ٻجهي ڪري وارو

لفظ نہ آندو ويو آهي، هن لاءِ تہ دنيا ۾ اڪيچار ڪم آهن ان ڪري ٻانهي کي هر ڪم ڪرڻ مهل هر وقت ان جو نالو ڪٺي يا تصور ڪري بسم الله پڙهڻ گهرجي جنهن سان هر ڪم لاءِ بسم الله پڙهڻ جي عموميت جدا جدا ڪم اچي ۽ ان ڪم ۾ ان جي شروع ڪرڻ جو لفظ نالو ۽ جملو محذوف تصور ڪرڻ گهرجي ۽ جيڪڏهن رب کي سبب ۽ علت جي معنيٰ ۾ سمجهيو ويندو تہ ان وقت بسم الله علت هوندي تہ پوءِ وارو سمورو جملو ۽ عمل معلول هوندو ۽ مسبب هوندو.

## بِسْمِ اللَّهِ الرَّحْمَانِ الرَّحِيمِ

تہ مستقل هڪ آيت ۾ سورت نمل ۾ نازل ٿيل آهي. انهيءَ باوجود سواءِ سورت توبہ جي قرآن جي سڀني سورتن جي منڍ ۾ لکبي پئي اچي، اها جدا ڳالهہ آهي تہ هر سورت جي شروع ۾ اچڻ مهل ان کي انهن سورتن جي داخلي آيتن مان ڳڻيو ڪو نہ ٿو وڃي، ڇيو وڃي ٿو تہ سورت توبہ جي منڍ ۾ بسم الله ان ڪري نہ لکي وئي آهي جو سورت انفال ۽ توبہ ۾ مضمونن جي وحدت ۽ هڪ جهڙائي آهي ۽ ڪن عالمن سورت فاتحہ جي منڍ واري بسم الله کي ان جي داخلي آيتن مان ڳڻيو آهي. ڪن انڪار ڪيو آهي.

## الْحَمْدُ لِلَّهِ رَبِّ الْعَالَمِينَ

ترجمو: سڀ تعريفون خاص آهن الله لاءِ جيڪو پالڻ وارو آهي سڀني جهانن جو

## جدا جدا لفظن جي معني ۽ مفهوم

هت حمد اسم آهي مصدر جي وزن تي آندو ويو آهي، ۽ ان ڪري بہ اسم آهي جو متس الف لام تعريف جو آهي جيڪو فعل تي نہ ايندو آهي ۽ اهو الف لام استغراق جو آهي جنهن جي معنيٰ آهي تہ (سندس مدخول) حمد جا سڀ جو سڀ قسم ۽ انواع الله لاءِ خاص آهن.

## "حمد"

عربي ٻولي ۾ ڪنهن جي واکاڻ ڪرڻ لاءِ ساراهہ ڪرڻ لاءِ جيڪي الفاظ مشهور آهن حمد - مدح - ثنا - انهن مان حمد، ان تعريفي انداز ۽ ڪيفيت کي سڏيو ويندو جيڪا حمد ڪئي ويندڙ هستي جي ڪنهن نادر ۽ انوکي قسم جي تخليق ۽ ڪارنامي کي ڏسي بي اختيار ان جي سونهن ۽ اعليٰ جوڙ جڪ ۽ بيهڪ بابت جيڪي تعريفي جملا چيا وڃن تہ اهي الفاظ حمد جي معني مان شمار ڪيا ويندا. هن وضاحت مان اهو حمد يا تعريف خارج شمار ڪئي ويندي جيڪا ڪنهن فرمائش تي ڪئي ويندي هجي يا لالچ تي ڪئي ويندي يا ڪنهن اهڙي ڪارڪردگيءَ تي ڪئي ويندي هجي جيڪر

ڪارنامو ان ڪيو ئي نہ هجي جهڙي طرح تہ هن آيت مان حمد جو اهڙو فهم ثابت ٿئي ٿو تہ وَيُحِبُّونَ أَنْ يُحْمَدُوا بِمَا لَمْ يَفْعَلُوا (3_188) يعني اهي ماڻهو هن ڳالهہ کي پسند ڪن ٿا تہ انهن جي اهڙن ڪمن جي بہ تعريف ڪئي وڃي جيڪي انهن ڪيا ئي ڪونہ آهن تہ هن آيت مان ثابت ٿيو تہ حمد صرف انهن ڪمن تي ڪري سگهبو جيڪي ڪم حمد ڪيل ڪان عمل ۾ آيا هجن. اهي ڪارنامہ ان سرنجام ڏنا هجن. تہ الحمد لله جي معني تہ سڀ حمد سونهن ٿا. جڳائن ٿا الله کي، خاص آهن الله لاءِ. هاڻ اوهان بسم الله ۾ الله جي معني اندر حاڪميت ۽ معبوديت جي معنيٰ پڙهي آيا. جنهن سان هت اهو مفهوم ثابت ٿئي ٿو تہ حمديت واري تعريف ۽ واکاڻ خاص آهي الله لاءِ. هي عبارت هڪ طرح سان هڪ قسم جي دعوي بہ ٿي تہ سڀ قسم جا حمد خاص آهن الله لاءِ تہ ان دعوي جو ثبوت ۽ دليل بہ گڏوگڏ بيان ڪيو ويو ۽ هن سوال جو تہ جملي حمد الله لاءِ ڇو آهن جواب بہ ڏنو ويو تہ ان جي حڪومت ۽ بادشاهي جو اهو تہ ڪمال آهي جو هو سڀني جهانن جو پالڻ وارو آهي تہ رب العالمين ثبوت آهي دليل آهي الحمد لله جي دعوي واري جملي جو. يعني الله جو حمد هن ڪري تہ ان جو حاڪميت ۽ بادشاهيءَ ۾ جهانن جي پالڻ جو بندوبست ... ڏهن ڪير سوال ڪري تہ

جهانن ۾ ڪيترائي ماڻهو پرورش جي سهولتن کان محروم آهن ۽ الله جي ربوبيت کان محروم آهن تہ ان جو جواب هي آهي تہ انهيءَ محرومي جو سبب الله جي ربوبيت جي سامان جي کوٽ ناهي، بلڪ ماڻهن جي ڦرلٽ واري استحصالي ذهنيت ڪري ائين ٿئي ٿو ۽ ماڻهن جي ناهيل غلط نظامن جي ڪري ائين ٿئي ٿو جنهن کان بہ بچڻ لاءِ الله عزوجل وحي واري تعليم ذريعي ربوبيت جي برابري واري نظام جي تعليم ڏني آهي، جنهن کي پنهنجي پنهنجي علائقن ۽ ملڪن ۾ لاڳو ڪرڻ اسان انسانن جي ذميواري آهي، ڦريل ۽ محروم ماڻهن جي ذميواري آهي، جنهن کي اسان پاڻ سرانجام نہ پيا ڏيون! جنهن نظام کي اسان پاڻ قائم نٿا ڪيون! جڏهن الله سائين ان نظام کي قائم ڪرڻ لاءِ عدل واري مساوي معاشي نظام قائم ڪرڻ لاءِ ٻڌايو تہ والارض وضعها للانام 10_57 يعني رزق جي سرچشمي زمين کي الله ماڻهن لاءِ بغير ڪنهن تفريق ۽ ڪلاسيفڪيشن جي جوڙيائين ۽ ذهني ۽ عملي طور بي پهچ ماڻهن لاءِ وڏيڪ ڪمائيندڙن کي حڪم ڪيائين تہ فَمَا الَّذِينَ فُضِّلُوا بِرَادِّي رِزْقِهِمْ عَلَى مَا مَلَكَتْ أَيْمَانُهُمْ فَهُمْ فِيهِ سَوَاءٌ (71_16)، گهٽي ڪمائڻ وارا پنهنجي واڌو ڪمائي ماتحت محروم ماڻهن تائين نٿا پهچائين، جڏهن تہ اهي انهن سان مال ۾ انهن جا برابر جا شريڪ آهن. گهٽي مال

ڪمائڻ وارن جو اهو نظريو غلط آهي تہ انهن وٽ موجود مال انهن جي اڪيلي سر ملڪيت آهي، پڙهي ڏسندا تہ قرآن ڇا ٿو فرمائي، وَالَّذِينَ يَبْتَغُونَ الْكِتَابَ مِمَّا مَلَكَتْ أَيْمَانُكُمْ فَكَاتِبُوهُمْ إِنْ عَلِمْتُمْ فِيهِمْ خَيْرًا وَآتُوهُمْ مِنْ مَالِ اللَّهِ الَّذِي آتَاكُمْ (24/33) يعني جيڪڏهن ڪوئي غلام پنهنجي آزادي لاءِ اوهان کان ڪا سند وٺڻ گهري تہ ان کي جيڪڏهن پاڻ سنڀالڻ جهڙو سمجهو تہ پوءِ ضرور انهن کي اهڙي تحرير لکي ڏيو ۽ اوهان وٽ جيڪو الله جو ڏنل مال موجود آهي ان مان بہ انهن کي آزادي حاصل ڪرڻ ۽ پاڻ پيرو ٿيڻ لاءِ مال ڏيو تہ هن آيت ۾ انسانن وٽ موجود مال کي قرآن، الله جو مال ڪري سڏيو آهي.

تہ هاڻ الله جي وحي واري تعليم ۾ تہ اسان کي سامان پرورش ۾ مساوي معاشي نظام جي ڳالهہ سمجهايل آهي خود سورت فاتحہ جي هن پهرين آيت ۾ بہ الحمد لله رب العالمين ۾ جهانن جي ربوبيت ۽ پرورش ۾ ڪنهن جي لاءِ بہ اسپيشل ڪوٽا ۽ فرق وارو واڌو ونڊ ڪونہ ڏسيو ويو آهي، ۽ جيئن تہ فرمايو ويو آهي فَمَا الَّذِينَ فُضِّلُوا بِرَادِّي رِزْقِهِمْ عَلَى مَا مَلَكَتْ أَيْمَانُهُمْ فَهُمْ فِيهِ سَوَاءٌ (71_16) وڏيڪ ڪمائڻ وارن جي واڌيءَ ۾ ماتحتن کي بہ برابر جو شريڪ سمجهيو وڃي. ۽ قرآن حڪيم جي پهرين سورت منڍ

واري سورت فاتحہ جي پهرين ايت ۾ الله عزوجل پنهنجي ربوبيت واري شان جي اعلان ۽ تعارف ۾ سڀني جهانن لاءِ فرمايائين تہ هو سڀني جو هڪ جهڙو رب آهي. هڪ جهڙو پالڻ وارو آهي. هاڻي جيڪڏهن ڪو ڄمڻ ساڻ وات ۾ سون جي چمچي سان ٿو غذا کائي پلجي ۽ ٻيو سلهہ ۽ ٽي بي جي سٽيل پيءُ ماءُ وٽ موروثي بيمارين وٽي ٿو پلجي، تہ قسمت جو نالو ڏيئي الله تي تهمت نہ ڏيو تہ انهن جي اها تقدير الله ناهي آهي. بلڪ اهي سڀ اوهان انسانن جون نااهليون آهن جو الله جڏهن پنهنجي ربوبيت جو تعارف جملہ جهانن وارن لاءِ بغير ڪنهن فرق جي هڪ جهڙائيءَ سان لاڳو بيان ڪيو ۽ رزق کي مال کي انسان ذات لاءِ فرمايائين تہ جَعَلَ اللَّهُ لَكُمْ قِيَامًا (4-5) يعني مال کي جملي انسانن جي استحڪام جو سبب بنايو ۽ پنهنجن پيرن تي بيهڻ جو ذريعو بنايو مال رزق سان اوهان سڀ انسان سائونڊ ۽ مستحڪم بڻجو اهڙي نموني جو ڪي لَا يَكُونَ دُولَةً بَيْنَ الْأَغْنِيَاءِ مِنْكُمْ (7-59) يعني دولت شاهوڪارن جي وچ ۾ نار جي لوٽن وانگر محدود بڻجي ڦرندي نہ رهي تہ اسان انسانن پنهنجي نااهلين سان، الله طرفان معيشت جي مساوات واري قانون کي، نظام کي، قائم ڪرڻ واري حڪم اقيمو الصلوة وآتو الزڪوة جي معني مفهوم کي بدلائي، جيڪڏهن پوڄا پاٺ بڻائي ڇڏينداسون تہ پوءِ معاشري ۾ اهڙي اونچ نيچ پئدا نہ ٿيندي تہ ٻيو ڇا ٿيندو!

## العالَمينَ

العالَمينَ جو مطلب جيڪڏهن مخلوقات جي هر قسم جو جهان جدا جدا ۽ نرالو ڳڻبو جو ڪرگس ڪا جهان اور شاهين ڪا جهان اور وانگر تہ ڪائنات جي شماريات جا عالم جيڪو ٻڌائيندا آهن تہ مخلوقات جا قسم ارڙهن هزار آهن جيڪي پراڻي وقت ۾ ڳڻيا ويا هئا ۽ يقين سان سيٽلائيٽ جي ڪئميرائن نيشنل جاگرافي ۾ ان پراڻي جستجو واري انگ ۾ واڌارو آندو آهي تہ مخلوق جي هر قسم جو جهان پنهنجو آهي، عالم پنهنجو آهي. تہ الله جي ربوبيت سڀن لاءِ نرالي آهي. انڪري انسان تہ چاپر جيتن جڻين ۽ هر قسم جي جانورن جي پرورش جو ضامن الله جو نظام آهي، جنهن لاءِ فرمايو ويو تہ وَمَا مِنْ دَابَّةٍ فِي الْأَرْضِ إِلَّا عَلَى اللَّهِ رِزْقُهَا (11-2) يعني زمين ۾ هر چرندڙ ڦرندڙ جي رزق جي ذمہ داري الله تي آهي. هاڻ ان نظام ربوبيت ۾ ڪنهن بہ مخلوق ڪنهن بہ فرد ۽ ڪائنات جي ڪنهن بہ حصي کي محروم بنائڻ لاءِ استحصال ڪندڙ ڌورن ۽ مترفين جو ڪوبہ گروهہ ۽ ٽولو جيڪڏهن سرگرم عمل آهي ۽ هو ڦرلٽ ذريعي پورهيتن کي اپاهج ۽ مفلوج بنائي رهيو آهي تہ محرومن ۽ ڦريلن مٿان فرض آهي تہ هو ربوبيت عالمين جي نظام واري رستي ۾ رڪاوٽ بڻيل پٿرن کي هٽائين ۽ الله جي حمديت واري سهڻي

مساوي نظام ربوبيت جي قيام ۽ بقا لاءِ فَقُطِعَ دَابِرُ الْقَوْمِ الَّذِينَ ظَلَمُوا وَالْحَمْدُ لِلَّهِ رَبِّ الْعَالَمِينَ(45) يعني ربوبيت عالمين جو حمديت وارو نظام تڏهن قائم ٿيندو جڏهن ظالمن جي پاڙ پٽڻ واري ريت تي عمل پيرا ٿيندي ڦورن ۽ رهزنن جون پاڙون پٽي ڇڏين، جيڪي نظام ربوبيت جي برابري وارن طريقن ۾ رڪاوٽ بڻيا بيٺا آهن. سورت انعام جي هيءَ آيت وڏي واڪي اعلان ڪري رهي آهي تہ الحمد لله رب العالمين جي نظام جي مخالفن جون جڏهن پاڙون پٽبيون تڏهن ربوبيت عالمين جون راحتون ماڻي سگهندؤ يعني جيڪڏهن ڦريل ستايل ۽ محروم بڻايل ماڻهو ڦورن خلاف جنگ نٿا ڪن تہ ربوبيت عالمين جي حمديت وارو نظام قائم نہ ٿي سگهندو ۽ جي طبقن ۾ اونچ نيچ پئدا ڪرڻ وارن خلاف لڙندو تہ پوءِ ان برابري واري معاشري جا شهري ۽ افراد اهڙا تہ تيار ٿيندا جو التَّائِبُونَ الْعَابِدُونَ الْحَامِدُونَ السَّائِحُونَ الرَّاكِعُونَ السَّاجِدُونَ الْآمِرُونَ بِالْمَعْرُوفِ وَالنَّاهُونَ عَنِ الْمُنكَرِ وَالْحَافِظُونَ لِحُدُودِ اللَّهِ وَبَشِّرِ الْمُؤْمِنِينَ(112)

يعني زندگاني ۾ جڏهن بہ هو محسوس ڪندا تہ هو هدايت کان ڦري رهيا آهن تہ يڪدم ان گمراهي واري هنڌ ڏي موٽي

اتاهون سڌي طرف ڏي ويندڙ رخ تي هلڻ شروع ڪندا ۽ الله
جي قانونن جا پورا پورا پابند هوندا ۽ پنهنجي سموري سگهه
الله جي اطاعت تي خرچ ڪندا جنهن سان ربوبيت عالمين جو
حمديت وارو ساراهيل نظام قائم ٿئي ۽ اطاعت خدا وندي
ڪندي، وري ان اطاعت واري نظام جي نگرانيءَ لاءِ سير سفر
بہ ڪندا. پوءِ ان نگراني واري سير دوران جتي بہ ڪا ڪمي
بيشي ڏسندا تہ الْآمِرُونَ بِالْمَعْرُوفِ وَالنَّاهُونَ عَنْ الْمُنكَرِ
وَالْحَافِظُونَ لِحُدُودِ اللَّهِ يڪدم پنهنجي حاڪمانہ پاور
ذريعي تعميري مقصدن لاءِ آرڊر جاري ڪندا ۽ غلط ڪارين
کي پنهنجي حاڪمانہ طاقت سان روڪيندا. ان طرح الله جي
سمجهايل حڪمراني وارين حدن جي، قانونن جي حفاظت
ڪندڙ هوندا. پوءِ اهڙن انقلابين لاءِ خوشخبري آهي. هن
پهرين آيت ۾ قرآن حڪيم مؤمنن کي، قرآن پڙهندڙن کي
جنهن حڪمراني ۽ حڪومت سازي جي پڪيڄ ۽ دائري لاءِ
ڏس ڏنو آهي. اها آهي بين الاقواميت. اها آهي ڪائناتي
قيادت ۽ ليڊر شپ. اهو منصب ۽ عهدو يعني بين الاقوامي
اڳواڻي، پهريائين پهريائين حضرت ابراهيم عليه السلام کي
ڏني وئي هئي، پوءِ ان جي ٻن پٽن اسماعيل عليه السلام ۽
اسحاق سلام الله عليه جن مان اسحاق جي نسل مان ڪئي
سارا نبي بڻيا ۽ انهن سڀن نبين جي نبوت جو دائرو ۽ ربنج

بين القومي هئو يعني اهي سڀ جو سڀ جدا جدا قوم لاءِ موڪليا ويا هئا. انهن جي هر هڪ نبي جو خطاب ۽ دعوت بڌائي ٿي تہ اهي سڌين پيا تہ يا قوم اعبدو الله مالكم من اله غيره يعني اي منهنجي قوم.......! ۽ حضرت ابراهيم جي وڏي پٽ حضرت اسماعيل سلام الله عليه جي نسبي سلسلي پشت مان گهڻو عرصو پوءِ 17 اپريل 571 عيسوي سال ۾ يعني ڪيترن ئي هزارن سالن کان پوءِ عبدالله بن عبدالمطلب جي گهر مڪة المكرم ۾ خاتم الانبياءَ محمد ڪريم علية السلام ڄائو جيڪو انسان ذات جي هدايت واري نبوت جي سلسلي جي پڇاڙي هو ۽ ان جي رسالت ۽ نبوت واري مشن ۽ دائري کي سندس ڏاڏي ابراهيم سلام الله عليه وانگر بين الاقوامي ليڊر شپ ۽ قيادت جو عهدو ڏنو ويو جيئن ابراهيم عليه السلام لاءِ حڪم هئو تہ اني جاعلڪ للناس اماما تهڙي طرح محمد الرسول الله جو خطاب بہ يا ايها الناس اني رسول الله اليكم جميعا آهي. يعني ٻئي ڏاڏو ۽ پوٽو انسان ذات جي قيادت لاءِ بين الاقوامي اڳواڻ ٿيا. هت هن پسمنظر عرض ڪرڻ مان مقصد پڙهندڙن جو ڌيان هن طرف ڇڪائڻ لاءِ ڪيان ٿو تہ قرآن حڪيم ڪنهن جو تشيءِ جو قسمت ٻڌائڻ وارو فالنامي جو ڪتاب ناهي نہ ڪي وري پيرن, مولوين جي تعويذن, ڪاڌاڻن ۽ ورد وظيفن جو ڪتاب آهي. هي ڪتاب

دنيا جي ڦورو استحصالي داداگير بدمعاشن لاءِ اهو ته حڪم ڏئي ٿو ته واضربوا منهم ڪل بنان انهن جا سنڌ سنڌ ڪٽيو يعني جوڙن واري جاءِ تي ڏڪ هڻون جو مرن به نه پوءِ اپاهج ۽ معذور ٿي پنهنجي ڪارستانين جو حشر پنهنجي اکين سان پاڻ ڏسن وڌيڪ واضربوا منهم ڪل بنان جو مڪمل مفهوم آڻون ان آيت جي موقعي تي لکندس هت ايترو ڪافي آهي.

ته پاڻ سڳوري محمد الرسول الله جي بين الاقوامي قيادت جي تقاضا هي آهي ته ان تي ايمان جو ڪلمو پڙهڻ وارا مؤمن دنيا جي سڀن قومن ۽ انهن جي سڀن ملڪن جي رعيت جي هڪ هڪ فرد جي ماني ٽڪي جي بندوبست ڪرڻ جا ذميدار آهن.

هن وقت عالمي ليول تي ڦرلٽ جو استحصالي نظام هلي ٿو ان ڪلور مثال هڪ يهودي ڪارل مارڪس کي ته ڏک ٿيو جو هو بزبان اقبال چوي ٿو ته:

اٹھو میری دنیا کے غریبوں کو جگادو
کاخ امرا کی درو دیوار ہلا دو
جس کھیت سے دہقان کو میسر نہ ہو روزی
اس کھیت کی ہر گوشئہ گندم کو جلادو

## ڊبليو. ٽي. او. وارا ربوبيت عالمين جا ويري آهن

پر قرآن جو علمبردار ۽ چوڏهن علمن جي دستار فضيلت جي دعويدار جو هي حال آهي جو هو سرمايه دار ۽ جاگيرادار جي

نذرانن کي هڪ ڳيت سان ڳهي انهن جي لٽ جي مال لاءِ
واعظ ٿو ڪري ته هنن جو سمورو ڌن دولت کين الله سائين
پنهنجي خاص برڪت سان عطا ڪيو آهي. ۽ تازو ڪالهه
ڪابل ۾ ڊاڪٽر نجيب الله جي مساوي معاش واري حڪومت
ختم ڪرڻ لاءِ هنن دين جي عالمن جي گهرن ۽ مدرسن مٿان
ڊالرن ۽ ريالن جو مينهن وسيو ته ان مهل هنن چيو ته روس وارا
ڪافر ۽ دهريه آهن ۽ آمريڪا وارا اهل ڪتاب آهين.
جيڪي الله کي ته مڃين ٿا ۽ انهن جي عورتن سان شادي
ڪرڻ جي به اسلام ۾ اجازت آهي، ۽ اهو آمريڪا جڏهن ته
عالمي سرمايه دارن ڊبليو-ٽي.او وارن جي سموري ڦرلٽ واري
نظام جو گن مين بندوق بردار گماشتو آهي ۽ ڪائنات ۾ الله
جي ربوبيت عالمين واري منشور ۾ مڪمل رڪاوٽ آهي، پر
قرآن جي نالي تي سرمايه دارن جا ڳاڙها ٻوڙ ۽ سڄي ٿيل رانون
۽ سالم ڇيلا کائڻ وارا حاملين شرع متين آمريڪا هٿان
سوويت يونين کي دسرائي فتح جي جشن طور اقتدار جا
ياڳيوار بڻيل آهن پر انهن کڏهن به ڊبليو.ٽي. او جي سرمايه
دارن جن زراعتي ٻجن کي سنڍ بڻائي پورهيتن جي پيٽ مان
انهن جو گرهه به ڪڍي ورتو آهي، جو هو پنهنجي پوکيل فصل
مان پئدا ٿيل ڪڻڪ وري ٻيو ڀيرو جڏهن ٻج طور زمين ۾
ڇٽيندا ته اها ڦٽندي ئي ڪانه ته. سرمايه دارن جي ان پورهيت

دشمن ۽ انسان دشمن فارمولي خلاف هنن ڪابہ فتوي نہ ڏني آهي ڳالهہ بہ نہ ڪئي آهي تہ ربوبيت عالمين جي قرآني منشور ۽ قرآن جي بين الاقوامي ليول وارن مسئلن حل ڪرڻ واري منشور ڪي. رسول الله جي انسان ذات لاءِ رسالت واري مشن ۽ هلچل کي رڪاوٽ عالمي سرمايہ دار آهي اهڙي ئي رڪاوٽ. هر نماز جي هر رڪعت ۾ الحمد لله رب العالمين پڙهڻ وارو اهو شخص آهي جيڪو اهي لفظ تہ اچاري ٿو پر انهن جي مفهوم تي عمل ڪرڻ ۽ ڪرائڻ لاءِ ميدان عمل ۾ نٿو اچي. ۽ نہ ئي هو قرآن واري مساويانہ معاشيات کي هو مڃي ٿو. مٿي منڍ ۾ اوهان پڙهي آيا تہ حمد چئبو ئي ان کي آهي جيڪو ڪنهن جي بهتر ڪارڪردگيءَ کي ڏسي، ان جو قائل بڻجي، ان کان متاثر ٿي بي اختيار ساراهہ ڪرڻ شروع ڪري ڏجي تہ اهو آهي حمد. تہ هاڻي الله جي اهڙي عادلانہ معاشي مساوات واري نظام ۾ رعيت جي مڙني فردن کي آسودو ۽ امن وارو خوشحال ٿيڻ کان پوءِ ئي الحمد لله چئي سگهبو درست مڃي سگهبو. ان ڪري الحمد لله کي درست ثابت ڪرڻ لاءِ ضروري آهي تہ قرآن وارا مؤمن. اهڙو نظام قائم ڪري ڏيکارين. نہ تہ الحمد لله واري دعوي ڪوڙي بغير دليل جي بغير ثبوت جي ٿي پوندي. سو الله جو مؤمنن تي سدائين اهو فرض رهندو تہ هو اهڙي حڪومت قائم ڪن ۽ جڏهن اهي مؤمن.

حمديت لائق حڪومت قائم ڪندا تہ پوءِ آيت (112- 9) ۾ ڏسيل حامدون جي مرتبي تي فائز سمجهيا ويندا ۽ آيت الحمد لله رب العالمين ۾ سمجهايل ربوبيت عالمين واري نظام جا عملبردار بہ ٿيندا. ۽ اهي حامدون جي مرتبي وارا ماڻهو انهن مالهائن ۽ مڻڪن وارين تسبين تي الحمد لله الحمد لله جا وظيفا ڳڻڻ وارا ڪونہ هوندا. بلڪ اهي لہ الملڪ ولہ الحمد (1- 24) يعني الله جي حمديت واري بادشاهي ۾ ڪائنات جي ذري ذري مٿان الله جي تخليق جي هڪ هڪ شاهڪار تي غور ۽ فڪر سان ويچاريندا. جن لاءِ قرآن ۾ آيو آهي تہ:

الَّذِينَ يَذْكُرُونَ اللَّهَ قِيَامًا وَقُعُودًا وَعَلَى جُنُوبِهِمْ وَيَتَفَكَّرُونَ فِي خَلْقِ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ رَبَّنَا مَا خَلَقْتَ هَذَا بَاطِلًا (191_3) يعني اهي (فهم ۽ اعليٰ بصيرت وارا) ماڻهو جيڪي الله کي ياد ڪن ٿا اٿندي ويهندي سمهندي غور ويچار ڪن ٿا الله جي تخليقي (ڪارنامن) آسمانن ۽ زمينن جي شين تي (۽ سوچيندي سوچيندي هن نتيجي تي پهچن ٿا) تہ اي اسان جا پالڻهار هي تنهنجو سمورو سنسار ڪنهن بہ حال ۾ بي مقصد ۽ بيڪار نٿو ٿي سگهي ۽ تنهنجي ذات تنهنجي هستي اهڙن فضول ڳالهين کان پاڪ ۽ بلند بالا آهي. (پوءِ اسان جي بي مقصد ۽ فضول ورد وظيفن جي مشغولين کان اسان کي بچاءَ. بي مقصد فضول ۽ غور فڪر

ڪان خالي زندگي گذارڻ ڪان اسان کي بچاءَ ۽ اهڙين فضوليات سبب جهالت سبب غلامي وارن ڏولاون جي عذابن ۾ قومون ۽ معاشرا تباهہ ٿين ٿا) اسان کي ان غلاميءَ جي باهہ واري عذاب ڪان بچاءَ. هاڻي جڏهن الحمد لله رب العالمين جي معنيٰ هيءَ بڻي تہ جهانن ڪائناتن ۾ موجود هر مخلوق جي قسم جي پرورش ان جي شروعاتي مرحلي ڪان وٺي ان جي تڪميل تائين مڪمل ترقي يافتہ ٿيڻ تائين اهڙي نموني جو ان کي هر ڏسندڙ ڪان بي اختيار ساراهہ واري واه واه نڪري وڃي تہ انهيءَ کي چئجي ربوبيت ڪامل ۽ مڪمل پرورش. اها سڀ معنيٰ ۽ تشريح لفظ رب جي آهي.

## الرحمان الرحيم

سورت فاتحہ جي پهرين آيت ۾ الله تعاليٰ پنهنجي خلقت جي سڀن جهانن جي پرورش جي عظيم الشان سونهن ڀري سلطنت ڏي ڌيان ڇڪايو ۽ عقل سرگردان ٿي ويو تہ ايڏي وڏي ڪائنات ۾ ان جي هڪ هڪ جاندار بي جان شيءِ کي ڪيئن تہ ان جي نقطہ آغاز ڪان ڪماليت جي معراج تائين ارتقا ۽ بقا جي هر گهربل شيءِ جو انتظام هلي ٿو جو وَمَا تَسْقُطُ مِنْ وَرَقَةٍ إِلَّا يَعْلَمُهَا (59– 4) جو ڪنهن بہ وڻ جو هڪ پن بہ ڇڻي ٿو پوي تہ اهو الله جي علم ۾ اچي ٿو وڃي هن بي انتها

بي ڪنار ڪائنات ۾ ڪميونيڪيشن ايذي تہ مربوط جو ڇا
تہ اربين ڪربين نيلين پدمين ڪائنات اندر وڻ ٻوٽا وري انهن
مان هڪ وڻ جي هڪ پن ڪرڻ جو بہ ڪنٽرول جي مرڪز ۾
اطلاع ايذي تہ ڇاڻ ۽ نظرداري! قرآن هت وڻ جي هڪ پن جي
ڳالهہ ان ڪري آندي جو ان جو بہ ربوبيت ۽ پرورش سان تعلق
آهي اوهان ڪنهن بہ وڻ جي پن کي غور سان ڏسندؤ تہ جيئن
انساني جسم جي عضون جي، اندر رت جي سپلائيءَ جون
رڳون وڏي تعداد ۾ موجود هونديون آهن. ان وانگر هڪ هڪ
پن ۾ بہ ان جي وڻ جي تارين ۽ ٽڙ ذريعي زمين مان پاڙن ڪانوني
جيڪا رطوبت ۽ پاٽيٽ پاتال کان جذب ڪري چوٽيءَ تائين
هڪ هڪ پن تائين پهچائڻ جو هڪ مستقل ايرگيشن سسٽم
جڙيل آهي. جيڪو پن پن جي رڳن تائين پهچي ٿو تہ ڪنهن
پن جي ڪرڻ ڪري ربوبيت واري رطوبت جي مقدار ۾ فرق
اچيو وڃي ٿو غور ڪجي تہ وڻ جو هڪ پن ڪري ٿو ۽ ڪٿي
سارا ٻيا بيٺا آهن يعني ان ڪرڻ واري پن جو مدو پورو ٿيو ۽
رطوبت جي سپلائي لائين ختم ڪئي وئي يا ڪنهن حادثي
سبب ائين ٿيو! تہ پن پن متعلق ڄاڻ بہ ضرور ڪنهن حڪمت
سان تعلق رکندي هوندي، ان تي اها نظرداري ۽ انويسٽيگيشن
هرگز بي مقصد ناهي، انهن ننڍين ننڍين ڳالهين جو بہ
پسمنظر آهي. جنهن کي حڪمت جو علم نباتات ۽

اگريڪلچر سائنس جاٽي تي، الله وٽ انهن سڀن جا فائيل سي – ٻيز ۽ ٻسڪون جڙن پيون تہ ڪائنات جي هڪ هڪ ائٽم سان ربوبيت جي سپلاءِ لائين جو ايڏو وڏو نظام ڳنڍيل آهي. انهيءَ سڄي ساري سسٽم جي بحالي ۽ ڪاميابيءَ ۽ ربوبيت جو دارومدار سورت فاتحہ جي هن آيت جي هنن ٻن لفظن الرحمان ۽ الرحيم تي آهي، ظاهري طور پڙهندڙ کي شايد اهو گمان ٿيندو هجي تہ رحمان ۽ رحيم ساڳئي مادي وارا ٻہ عدد لفظ يا صيغا الله پاڪ قرآن ۾ ائين ئي تلهو جملي کي پوري ڪرڻ جي طور تي يا اديبا نہ نثري نظمي وزن بحر جي ضرورت پوري ڪرڻ لاءِ گڏ چئي ڇڏيا آهن، اهو هرگز ائين ناهي، بلڪ اوهان غور ڪندئو تہ الله جي ڪلام اندر هڪ هڪ جملي، لفظ بلڪ حرف، اڃا بہ بلڪ زير، زبر، پيش جي بہ هڪ مستقل معنويت هوندي آهي، مقصديت هوندي آهي، قرآن حڪيم جو ڪوبہ لفظ يا اشارو بہ مقصديت کان خالي نظر نہ ايندو، هي الله جو شاهانہ ڪلام آهي، ڪنهن يارو ناڪو اديب جي عبارت ناهي، تہ هت رحمان ۽ رحيم ٻنهي هڪ گڏيل مادي ر – ح – م جي جيڪا هڪڙي ۽ گڏيل معنيٰ آهي، اها هي تہ هڪ اهڙي سوکڙي، گفٽ ۽ عطيو جنهن سان جنهن کي جو ڏنو وڃي تہ ضرورت پوري ٿئي. کوٽ پوري ٿئي، انهي بقا ۽ ارتقا ۾ ان کي مدد ڏئي، وڌائي.

عورت جي ٻچي دانيءَ کي بہ عربي ٻوليءَ ۾ رحم چئبو آهي ان ۾ بہ هر قسم جي ٻج نطفي کان وٺي جونر جي نموني ٻڌجي ڪچڙي گوشت جي شڪل ۾ اچي پوءِ وري ان ۾ هڏائون پيجرو فٽ ڪري انهن هڏڙين مٿان وري گوشت جا تهہ ڏيئي ان کي ٻج واري شڪل مڪمل ڪري ڏني وڃي ٿي. اتي قرآن ٻڌائي ٿو تہ ثم انشئناه خلقا آخر – يعني ان کان پوءِ اهو نطفو هڪ ٻئي قسم جي مخلوق ٿيو پوي. ماءُ جي پيٽ ۾ بہ جنين جي جيڪا پرورش ٿئي ٿي ان جو انتظام ربوبيت ۽ خوراڪ غذا جنهن سان هو اچا وڌي وڏو ٿي ٻاهر اچڻ جهڙو ٿئي تہ ان جي پالڻ وارو سامان بہ ماءُ جي پيٽ اندر الله جي رحم واري گفٽ ۽ عطيي جو ڪرشمو آهي، اوهان جيڪڏهن غور ڪندؤ تہ انسان ۽ ٻين قسم جي مخلوقات جو تخليقي مرحلو ۽ ان لاءِ سامان پرورش ۾ هڪ جهڙائي نظر ايندي جيڪا لفظ رحيم ۾ سمايل آهي، پر اها رحيم واري عنايت ۽ عطا انساني جسم جي ضرورتن بقا ۽ ترقي لاءِ ڪم اچي ٿي، باقي انسان جيڪو خلاقت ارضي ملڻ کان پوءِ (30_2) ايڊمنسٽريٽر بڻيل آهي ان لاءِ ان کي جيڪي قائدانہ صلاحيتون مليل آهن اهي سڀ رحيم بدران رحمان جي صيغي واري مفهوم ۾ سمايل آهن. جيڪي اوهان کي وَعَلَّمَ آدَمَ الْأَسْمَاءَ كُلَّهَا (31_2) يعني اوزارن جون خاصيتون ۽ مخلوقات جي ضرورتن وارين شين

جا نالا ۽ انهن جون خاصيتون ۽ فائدا ۽ نقصان اهو سمورو علم انسان کي رحمان واري خزاني مان مليو جنهن لاءِ قرآن فرمايو تہ عَلَّمَ الْإِنسَانَ مَا لَمْ يَعْلَمْ (5 – 92) يعني انسان کي اڻ ڄاتل شيون ڄاڻايائين. ٻئي هنڌ فرمايائين كَتَبَ رَبُّكُمْ عَلَى نَفْسِهِ الرَّحْمَةَ (6_54)

يعني اوهان جي پالڻ واري پاڻ تي رحمت کي واجب ڪري ڇڏيو آهي. وري اڃا بہ انسان کي آنگر ڪان وٺي هلائڻ لاءِ تہ جيئن هو غلط رستن طرف ڀٽڪي نہ وڃي ان کي وحي جو علم ڏنائين ۽ فرمايائين تہ وَاللَّهُ يَخْتَصُّ بِرَحْمَتِهِ مَنْ يَشَاءُ (15-2)

يعني پنهنجي مشيت سان رب پاڪ جنهن کي بہ چونڊي "تہ انسان لاءِ اهو اعزاز بہ الله جي صفت رحمان مان ڪيس مليو آهي. مطلب تہ انسان کي سندس پورهيي ڪسب ۽ حيلن مان جيڪا موٽ ملي ٿي ان جو تعلق الله جي صفت رحيم بروزن فعيل مان ملي ٿو ۽ پيو جيڪو "جنين ڏاند نہ ٻج تنين بہ تنهنجو آسرو – اول ڏين انهن کي پوءِ اپارين سڄ" يعني بغير حيلي ۽ معاوضي جي سين کي هڪ جهڙين عنايتن سان نواز جي جيئن سڄ جي روشني سين لاءِ بغير بل جي هڪجهڙي آهي ساهہ کڻڻ لاءِ سيني کي مفت ۾ هوا پهچائي وڃي ٿي بارش ۽ مختلف قسمن جا ٻيا گهربل قيمتي آڪسيجن ۽ زير

زمين تيل، گيس ۽ ڌاتن جا خزانا جيڪي انسان جي ڪنهن به ڪسب کان سواءِ انسان لاءِ پيدا ڪيا ويا آهن. اهي سڀ رحمان جي صفت جو مظهر آهن ته هن ڪائنات جي گهربل شين لاءِ جيڪي ضرورتون آهن. انهن مان ڪيترين جو سرُس رحيم جي صيغي سان تعلق رکي ٿو ته ڪيترين ئي شين جو تعلق رحمان جي صيغي سان آهي. ان ڪري بسم الله ۾ اهي ٻئي صيغا جدا جدا آندا ويا.

## مَالِكِ يَوْمِ الدِّيْنِ

الله عزوجل جيڪي ان ڳڻ نعمتون ڏيئي زندگي کي آسائشن کان مالا مال بنائي ڇڏيو. ان جي عطائن ۽ عنايتن ۾ ڪابه ڪرت ۽ ڪمي ڪانهي. پر ڪيترن ئي غرور ذهنيت وارن ۽ اڻ سهو بغض ۽ ساڙ رکندڙ ماڻهن الله جي نعمتن کي ريڙهي سيڙهي پنهنجي قبضي ۾ آڻي انڳڻين پورهيتن جا حصا پتيون تڳائي ڇڏيا. ۽ اڪيچار محنت ڪرڻ وارن کي ٻڪي ٽڪر جي پور جو به محتاج بنائي ڇڏيائون. سورت فاتحه جي هن آيت ۾ احڪم الحاڪمين انهن کي وارننگ ڏئي ته

[illegible]

يعني هر هڪ پنهنجي ڪيئي برابر ڳهه پوندو پوءِ ڪائو ڪلاس وارن، ڪمائيندڙن جي ڪلاس ڪان انهن جي پورهيي جو استحصال ڪري، انهن کي محروم بنائي ڇڏيو تہ هاڻي بڌي ڇڏيو تہ آئون الله مالڪ يوم الدين آهيان. يعني جزا سزا جي وقت فيصلا ڪرڻ بہ منهنجي ڪنٽرول ۾ آهن. جج بہ آئون الله آهيان، اوهان جي ڦرلٽ خلاف استحصال خلاف، منهنجو قانون فيصلا ڪندو آئون الله منصف آهيان. هاڻي سفارشون ۽ رشوتون ڏيئي جند ڇڏائي ڏسو تہ توهانجي خبر پوي، انقلاب ڪان اڳ گهڻا ڏينهن توهان وڪائومال ڪورٽن ۽ وڪائو قسم جي ججن کي رشوتون ڏيڻ سان غلط فيصلا ڪرايا آهن، اڄ مالڪ يوم الدين هن انقلاب واري عدالت جو حاڪم ۽ فيصلو ڪندڙ بہ آئون الله آهيان، يعني منهنجو قانون آهي، هن آيت ۾ يوم جي معنيٰ آهي فيصلي جو ڏينهن، فيصلي جو وقت، فيصلي جي گهڙي (يوم جون ٻيون معنائون بہ آهن جيڪي پنهنجي پنهنجي جاءِ تي بيان ٿينديون) ۽ دين جي هت معني آهي قانون ۽ ٻيون معنائون بہ ڪوڙ ساريون آهن جيئن اقتدار قبضو حاڪميت، حڪومت، دستور فيصلا، فرمانبرداري، اطاعت، ايڊمنسٽريشن، يقيني نتيجا، وغيره. وحي جي تعليم کي ميسارڻ، منسوخ مشهور ڪرڻ ۽ ان ۾ بہ جيڪڏهن دشمن ناڪام وڃن تہ پوءِ خاص ڪري آخري

رسول جي آخري ڪتاب قرآن جي انقلابي اصطلاحن ۾ ڪوڙ
ورڏن جون اصلي معنائون بدلائي انهن جي جاءِ تي هٿ
ٺوڪيون انقلاب دشمن معنائون مشهور ڪرڻ، اهو انقلاب
دشمنن جو منڍ کان وٺي طريقو هلندو پيو اچي، اوور حضرت
نوح عليہ السلام کي بہ سرمايہ دارن ۾ جاگيردارن چيو تہ فَقَالَ
الْمَلَأُ الَّذِينَ كَفَرُوا مِنْ قَوْمِهِ مَا نَرَاكَ إِلَّا بَشَرًا مِثْلَنَا وَمَا
نَرَاكَ اتَّبَعَكَ إِلَّا الَّذِينَ هُمْ أَرَاذِلُنَا بَادِيَ الرَّأْيِ وَمَا نَرَى
لَكُمْ عَلَيْنَا مِنْ فَضْلٍ بَلْ نَظُنُّكُمْ كَاذِبِينَ (11_27) يعني
اي نوح! هڪ تہ تون اسان جهڙو ماڻهو آهين، تون ڪيئن
رسول ٿي ٿو سگهين؟! ٻيو تہ توسان جيڪي گڏ، تنهنجا
پوئلڳ ٿيا آهن، اهي تہ لوئر ڪلاس جا اسان جا ڪمي
ڪاسبي آهن، اسان جا نوڪر چاڪر جٽ ۽ جاهل آهن ۽
اوهان اسان کان فضيلت ۾ ڇا جو وڌيڪ آهيو آهيو تہ اوهان
سيئي سچا پيينگيا، سو اوهان جون سڀ دعوائون ڪوڙيون
چئبيون، حضرت نوح عليه السلام جواب ۾ اميرن کي چيو تہ:
وَيَا قَوْمِ لَا أَسْأَلُكُمْ عَلَيْهِ مَالًا إِنْ أَجْرِيَ إِلَّا عَلَى اللَّهِ وَمَا
أَنَا بِطَارِدِ الَّذِينَ آمَنُوا إِنَّهُمْ مُلَاقُو رَبِّهِمْ وَلَكِنِّي أَرَاكُمْ
قَوْمًا تَجْهَلُونَ (11_29) يعني اي منهنجي قوم جا اميرو!
آئون اوهان کان ڪو چندو گهرڻ ڪونہ آيو آهيان، منهنجي،

انقلاب لاءِ هن جاکوڙ جي مزوري الله تي آهي ۽ اوهان جيڪو منهنجي انقلابي ساٿين کي خسيس ۽ جٽ ٿا سمجهو! پڏي چڏيو تہ انهن ملاقواريهم انهن الله جي ڏنل معاشيات ڪائنات جو سليبس ۽ جهانن جي پرورش جو ڪورس پڙهي سمجهي ان تي ايمان آڻي چڏيو آهي، هي جٽ جاهل ڪونہ آهن، ولڪني اراڪم قوما تجهلون، بلڪ اوهان جاهل ۽ جٽ آهيو ان ڪري هنن کي مان پاڻ کان پري نہ ڪندس، هتي خاص عرض هي ڪرڻو آهي تہ پڙهندڙ مهربان دنيا جهان جي تاريخ پڙهي ڏسن تہ هميشہ کان حڪمران، سرمايہ دار ۽ ملاشاهي واري پاپائيت جو اتحاد ثلاثہ رهيو آهي، انقلابن ۽ پورهيت ڪلاس خلاف انهن ٽنهي عنصرن پنهنجي گٺ جوڙ سان وحي واري تعليم خلاف سازشون ڪيون آهن، تہ هت سورت فاتحہ جي آيت مالڪ يوم الدين بابت ملاشاهي جي دانشور ۽ مفسر قرآن سڏائيندڙن، مشهور هي ڪيو آهي تہ هي آيت قيامت ۽ آخرت جي جهان سان تعلق رکي ٿي هن آيت جو هن دنيا سان ڪو واسطو ڪونهي، حڪمرانن ۽ سرمايہ دارن جي ايجنٽ دانشور سڏائيندڙ مفسرن هن معني سان هي تاثر ڏيڻ چاهيو آهي تہ دنيا جي هن جهان ۾ اهڙو انقلاب ڪو نہ ايندو جنهن ۾ عدالتون ۽ ڪورٽون الله جي ربوبيت عالمين واري قانون مطابق فيصلا ڪن، هي آيت مرڻ کان پوءِ واري جهان لاءِ

آهي، قيامت واري ڏينهن لاءِ آهي جڏهن تہ خود قرآن انهن
پاڙيتو تفسير لکندڙن کي ٿڏي تي منهن تي هڻي ٿو ڪيڏي تہ
مالڪ يوم الدين واريون ڪورٽون، هتي دنيا جي جهان ۾
انقلابين هٿان قائم ٿينديون، مالڪ يوم الدين جي معني آهي
تہ اجهو هن دنيا ۾ قيامت ڪبري کان اڳي انقلاب اچي ٿو
جنهن ڏينهن فيصلا مالڪ، الله جي قانون مطابق ربوبيت
عالمين جي منشور مطابق ڪيا ويندا. سو اڳلي آيت ۾
فرمايائين تہ:

إِيَّاكَ نَعْبُدُ وَإِيَّاكَ نَسْتَعِينُ

قرآن حڪيم جو موضوع جيئن تہ انسان ۽ ان جي فلاح آهي،
ان لحاظ سان سورت فاتحہ جي پهرين ٽن آيتن ۾ ان لاءِ
ربوبيت عالمين جي حمديت ۽ ساراهہ واري مساواتي منشور
جي ڳالهہ ڪئي وئي، اهو بہ رحمانيت ۽ رحيميت جي عطائن
مهربانين ۽ نوازشن سان گڏ ۽ پوءِ جيڪو شخص الله جي
نوازش ۽ ربوبيت عالمين جي سامان ۽ اسبابن ۾ خيانتون
ڪندو گهوبيون هڻندو پراوا حصا کائيندو تہ ٽين آيت ۾ انهن
کي چتاءُ ڏنو ويو تہ خبردار انقلابي ڪورٽون قائم ٿين مهل
فيصلا مون الله، مون مالڪ جي قانون مطابق ٿيندا. هاڻي ٽين
چوٿين آيت ۾ ٻانهو پنهنجي وفاداري جو اقرار ڪري ٿو. وچن
ڪري ٿو ۽ پنهنجي عبديت جو اظهار ڪري، ٿو عبد ۽

عبديت جي معنيٰ آهي ٻانهو ٻانهپ ٻيلپڻ غلامي، محڪومي، تہ ٻانهو پنهنجي پالڻهار اڳيان هن آيت ۾ هاڻي راهدو ڏئي ٿو تہ اياڪ نعبد يعني اي الله! هاڻي خاص تنهنجي حڪمن جي اطاعت ڪنداسين، اي الله اسين تنهنجا عبد ۽ ٻانها آهيون، تنهنجي حڪمن تي هلڻ جو توسان عهد ڪيون ٿا. غور ڪيو وڃي تہ هن آيت جو پورو پورو ربط ۽ ڳانڍاپو پهرين سين آيتن سان آهي پوءِ اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي تہ پهرين ۽ ٻي آيت دنيا جي جهان لاءِ هجي ۽ ٽين آيت اڪيلي مرڻ کان پوءِ واري جهان لاءِ هجي ۽ ان کان پوءِ چوٿين آيت وري دنيا جي جهان لاءِ هجي بهرحال قرآن حڪيم پنهنجو پاڻ هي ثابت ڪري ڇڏيو تہ ڀاڙيتو تفسير لکڻ وارا قرآن جون معنائون ڦيرائڻ وارا إِنَّ الَّذِينَ يَكْتُمُونَ مَا أَنزَلَ اللَّهُ مِنْ الْكِتَابِ وَيَشْتَرُونَ بِهِ ثَمَنًا قَلِيلًا أُوْلَئِكَ مَا يَأْكُلُونَ فِي بُطُونِهِمْ إِلَّا النَّارَ (2_174) يعني جيڪي مفسر سڏائيندڙ مترجم سڏائيندڙ الله جي نازل ڪيل قرآني حقيقتن کي لڪائيندا هوندا ۽ ان جي عوض دنيا جهڙو خسيس ملهہ وٺندا هوندا تہ هي پنهنجي پيٽن ۾ باهہ کائن پيا. هاڻي هن آيت ۾ ٻانهپ، اطاعت ۽ عبديت جو اقرار ڪيو وڃي ٿو ان جو سڄو تعلق آخرت سميت دنيا جي جهان سان بہ آهي، سو بہ پهرين ٽن آيتن جي خدائي حڪومت جي تعارف کان پوءِ، تہ هاڻ سمجهي ڇڏڻ

گهرجي تہ حڪمرانن ۽ سرمايہ دارن جي پاڙيتو مذهبي اڳواڻ سڏائيندڙن قرآن حڪيم جي انقلابي مفهوم کي ڪيئن نہ موڙ ڏنا آهن، انهن اسلام ۽ دين کي ان جي عالمگير ربوبيت واري معني بدلائي ان جي معنائن ۾ تحريف ڪري ڇڏي آهي، تہ عبد، عبديت ۽ تعبد جي معني آهي اطاعت، حڪمن جي ۽ تعميل، تہ هن معني سان جيڪي بہ پاڻ کي عبد سڏائيندڙ ۽ سمجهندڙ هوندا، اهي اهي ماڻهو تي سگهن ٿا جيڪي صحيح معني ۾ حڪومت هلائيندڙ هجن، هونئن عام مفسرن ۽ ترجمي ڪندڙن اياڪ نعبد جي معني عبادت جي معني پوڄا ڪئي آهي توڻي جو انهن لفظ عبادت جوئي لکيو هجين ۽ ڪتب آندو هجين پر ان مان انهن جي تشريح مطابق، معني پوڄا واري نڪري ٿي ڇو تہ قرآن حڪيم جيڪا پنهنجي لفظن جي پاڻ ئو معني سمجهائي اها ئي صحيح آهي ۽ قرآن حڪيم عبد ۽ عبادت جو لفظ حڪمرانن لاءِ بہ آندو آهي، انهي حقيقت کي سمجهڻ لاءِ سورت نور جي هن آيت مٿان غور ڪيو وڃي فرمان آهي تہ وَعَدَ اللَّهُ الَّذِينَ آمَنُوا مِنْكُمْ وَعَمِلُوا الصَّالِحَاتِ لَيَسْتَخْلِفَنَّهُم فِي الْأَرْضِ كَمَا اسْتَخْلَفَ الَّذِينَ مِنْ قَبْلِهِمْ وَلَيُمَكِّنَنَّ لَهُمْ دِينَهُمُ الَّذِي ارْتَضَى لَهُمْ وَلَيُبَدِّلَنَّهُمْ مِنْ بَعْدِ خَوْفِهِمْ أَمْنًا يَعْبُدُونَنِي لَا

يُشْرِكُونَ بِي شَيْئًا وَمَنْ كَفَرَ بَعْدَ ذَٰلِكَ فَأُولَٰئِكَ هُمُ الْفَاسِقُونَ (55_24) يعني الله وعدو ڪيو آهي انقلابين سان انهن کي حڪومت ڏيارڻ جو زمين ۾. جيئن اڳين نبين جي ساٿين کي وعدو ڪيو هئائين. مؤمنن سان ان واعدي ۾ هي ڳالهه سمايل آهي تہ انهن جي منشور کي انهن جي دين کي پاور ملندو اقتدار ڏياريو ويندو جيڪو دين. جيڪو قانون. جيڪو منشور هنن جو پسند وارو دين آهي ۽ اڳي جيڪو هي جاگيردار شاهي ۽ سرمايہ دار شاهي ۽ مذهبي پادرين پنڊتن جي گٺ جوڙ واري دبدبي کان ڊڄندا هوا هاڻي اسان هنن جي خوف جي بدلي ۾ هنن کي بي خوف بنائي امن سلامتي ۾ آڻي ڇڏينداسون (اهو هن ڪري جو) هي منهنجي قرآن. منشور ۽ دين جي حڪمن تي هلڻ وارا ۽ اطاعت ڪرڻ وارا هوندا ۽ ان جي مقابلي ۾ ٻئي ڪنهن جي بہ بالادستي حاڪميت ۽ آئيني حيثيت کي قبول نہ ڪندا هوندا نہ ئي اسان جي قانونن سان گڏ انهن جي حاڪميت کي بہ شريڪ ڀائيندا هوندا. ۽ جيڪي ماڻهو منهنجي حڪمن جي نافرماني ڪندا انڪار ڪندا. انهن جيْ بدڪاري کي بہ نوٽ ڪيو ويندو هن آيت ۾ وليمكنن لهم دينهم جي جملي مان ثابت ٿيو تہ دين کي دين جي منشور کي دين وارن جيڪڏهن پاور ۽ اقتدار لاءِ ضروري نہ سمجهيو تہ اهو مذهب بنجي ويندو الله انسانن ڏي دين

موڪليو آهي، ماڻهن ان کي ٽيرائي مذهب بنائي ڇڏيو آهي.
۽ جڏهن الله پاڪ پنهنجي رسول کي موڪليو ٿي دنيا وارن جي مذهبن کي ڊاهڻ لاءِ آهي (الفتح 28)، هن آيت ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ اوهان کي حڪومت ۽ خلافت ان ڪري ڏني ٿي وڃي تہ يعبد ونني ولايشرڪون بي يعني منهنجي قانونن تي هلو ٻين جي قانونن کي منهنجي قانونن سان شريڪ بہ نہ بنايو ائين بہ نہ ڪيو جو ڪجهہ منهنجا قانون تہ ڪجهہ ٻين جا. تہ هن آيت ۾ يعبدون جو لفظ حڪمرانن جي لاءِ استعمال ڪيوو يو آهي. تہ عبادت جي معني حڪمن تي هلڻ جي حوالي سان ٻٽي حڪمراني ۽ حاڪميت يعني جيڪو صحيح معني ۾ الله جو عبد هوندو اهو دنيا جو حاڪم ٿي سگهندو جيڪو الله جي حڪمن جي اطاعت ڪندو اهو دنيا وارن مٿان حڪومت هلائڻ جو لائق تسليم ڪيو ويندو هاڻي دين لاءِ بہ پاور ۽ پنهنجي مستقل حڪومت ضروري آهي، دين بغير حڪومت جي مذهب بنجي ويندو ۽ جيڪڏهن عبادت بہ حاڪميت جي معنيٰ مطابق نہ ڪئي وئي ۽ پاور ۽ اقتدار جي معنيٰ ۾ نہ ڪئي وئي تہ پوءِ اها عبادت بہ پوڄا چئبي، ڇو تہ عبادت جي معني آهي الله جي حڪمن تي هلڻ، جڏهن الله جي دين. الله جي قانون کي اقتدار نہ ملندو تہ پوءِ عبادت ۽ اطاعت ڪنهن جي؟ پوءِ اهڙي صورت ۾ عبادت تہ وڃي پوڄا

جي معنيٰ ۾ فت ٽيندي، الله کو بت تہ ناهي جنهن کي پوڄيو وڃي هاڻ هن سورت نور جي آيت نمبر 55 کان پوءِ لاڳيتو آيت نمبر 56 تي غور ڪيو سو بہ ٻنهي آيتن کي ملائي غور ڪيو فرمان آهي تہ وَأَقِيمُوا الصَّلَاةَ وَآتُوا الزَّكَاةَ وَأَطِيعُوا الرَّسُولَ لَعَلَّكُمْ تُرْحَمُونَ(56_24) آئون هت قرآن حڪيم جي رهنمائي واري معنيٰ مطابق عرض ڪيان ٿو تہ قائم ڪيو (قرآن واري نظام جي) تابعداري کي هلچل کي، سسٽم کي جنهن سان رعيت وارن کي ڏيو ربوبيت جو بهتر ۽ معياري سامان ۽ حڪم مڃو فرمانبرداري ڪيو رسول جي، تا تہ اوهان جي مٿان رحمت جون عطائون ۽ نوازشون عام ڪيون وڃن، پر جي مارڪيٽ ۾ ترجمن ۽ تفسيرن جي گهٽائي وارن نسخن واري معني ڏسندو تہ انهن ۾ هنن ٻنهي آيتن جي معني هي لکيل آهي تہ اسان توهان کي خلافت ڏني آهي يا ڏيون ٿا پوءِ ٻي آيت ۾ اقيمو الصلوة ..... جي معني هي ڪئي اٿن تہ نماز پنج پيرا هر روز پڙهو ۽ سال ۾ هڪ پيرو چاليهين پتي زڪوة ڏيو تہ هاڻي هن تحريف واري تعبير، قرآن کي اقتدار ڏيڻ ۽ دين لاءِ مستقل ۽ خالص پنهنجي حڪومت جو سمورو تصور ميٽي ختم ڪري ڇڏيو. اهو آهي إِنَّ الَّذِينَ يَكْتُمُونَ مَا أَنزَلَ اللَّهُ مِنْ الْكِتَابِ وَيَشْتَرُونَ بِهِ ثَمَنًا قَلِيلًا (174_2)

يعني سرمايہ دارن جي مرضي، وارو تفسير ۽ جيڪو هنن تحريف ڪري بدلائي ان جو منهن موڙي ڇڏيو آهي، ڇو تہ سرمايہ دار شاهي نٿي چاهي تہ دين اسلام ۽ قرآن واري منشور مطابق حڪومت قائم ٿئي، جي ائين ٿي پيو تہ هنن جي استحصال جو ڏينگو ڏيري تي پوندو، هاڻي پڙهندڙ مهربان غور فرمائن، تہ اياڪ نعبد جي معني ۽ مفهوم ڪيئن تہ هن حقيقت کي ثابت ڪري رهيو آهي تہ مالڪ يوم الدين جي معنيٰ الله جي قرآن جي قانون واريون عدالتون دنيا ۾ انقلاب اچڻ کان پوءِ جيڪي فيصلا جاري ڪنديون. هتي اهي مراد آهن، مرڻ کان پوءِ واري جهان سان مالڪ يوم الدين کي ڳنڍي، دنيا جي جهان کان ڪاٽي ڇڏڻ، اها سازش پاڙيتو ترجما ۽ تفسير لکڻ وارن جي آهي، هن آيت جو ٻيو جملو واياڪ نستعين بہ انهي حقيت کي وڌيڪ چٽو ڪري رهيو آهي تہ آيت مالڪ يوم الدين جي مفهوم جو تعلق دنيا واري جهان سان آهي ڇو تہ وَإِيَّاكَ نَسْتَعِينُ ۾ ٻانها الله کان ان جي اطاعت ۽ فرمانبرداري جي توفيق گهري رهيا آهن، جڏهن تہ عملن جو جهان صرف دنيا آهي، آخرت ۾ عمل ڪرڻ جا اڪائونٽ ڪلوز ٿي ويندا، اطاعت ڪرڻ نہ ڪرڻ جو معاملو دنيا سان آهي، آخرت ۾ جزا سزا ڀوڳڻي آهي، عمل هتي ڪرڻا آهن، آخرت جي هر قسم جي فيصلن جو دارومدار دنيا ۾

ڪيل عملن تي رهندو سو مالڪ يوم الدين جي معنيٰ کي
دنيا جي عدالتن کان ڪاٽڻ، هرگز هرگز صحيح نہ ٿيندو
جيڪڏهن ائين ڪيو ويو تہ دنيا ۾ ڦورو ۽ ڌاڙيل صفت
جاگيرداريت ۽ سرمايہ دار شاهي بي لغام ٿي ويندي، وري هاڻي
هن آيت ۾ دعا جي صيغن تي بہ غور ڪرڻ ضروري آهي جو
نعبد ۽ نستعين اهي صيغا جمع جا آهن، جنهن جو مطلب هي
ٿئي ٿو تہ قرآن حڪيم ربوبيت عالمين جي جيڪا تعليم
ڏيئي رهيو آهي انهي ۾ جهانن جي پرورش جو ايڏو وڏو ڪم ۽
نظام تہ ڪنهن اجتماعيت سان ٿيندو هي ڪنهن بہ هڪڙي
ماڻهو جي وس کان مٿي آهي، هي مونڙن ۾ مٿو هيٺ ڪري
غارن وسائڻ سان تہ ڪونہ قائم ٿي سگهندو ان ڪري تہ
تعليم ڏياري وئي تہ هي انساني اجتماع کي خوشحال بنائڻ
جي وڏي مهم آهي، اها سرانجام بہ اجتماعيت سان ٿيندي، ان
ڪري انهي تحريڪ ۽ مشن کي پايہ تڪميل تائين پهچائڻ
لاءِ لازم آهي تہ گڏيل جدوجهد ڪئي وڃي، جنهن لاءِ قرآن
حڪيم جيڪا دعا سيکاري اها بہ اهڙي آهي جنهن ۾ قرآن
واري نظام حڪومت جي سرانجامي لاءِ گڏجي ڪم ڪرڻ
جو ذهن نهي ۽ ان دعا سان انفرادت پسندي جي نفي ٿيڻ
گهرجي، جيڪا سرمايہ داريت ۽ جاگيرداريت واري سوچ سان
تعلق رکي ٿي، گڏوگڏ تصوف جي غارن ۽ خانقاهون وسائڻ

واري ۽ جڳ جهان کان ڪٽجي رهڻ واري سوچ سان تعلق رکي ٿي، اهڙي انفراديت پسندي کي قرآن حڪيم ٺڪرائي ڪري اجتماعيت ذريعي هدايت کي حاصل ڪرڻ جي تعليم ڏيندي سمجهايو آهي تہ:

## اهڙي مدد ۽ قرض نہ ونجي جنهن سان آزادي کسجي وڃي

اياڪ نعبد معني الله جي غلامي آهي ۽ الله جي غلامي جي معني مخلوق جي غلامي جو انڪار آهي، آيت اياڪ نعبد چئي پوءِ جيڪو چيو ويو آهي واياڪ نستعين ان جي معنيٰ تہ مدد بہ خاص توکان ٿا ونون اتي حصر واري عبارت تہ خاص توکان، جو مطلب هي ٿيندو تہ جيڪڏهن ڪنهن بي طاقت کان مدد قرض يا سهارو وٺبو تہ اهو ان قرض جي عوض غلام بنائي ڇڏيندو سو سچائي منظور، غلامي نامنظور، ان ڪري اي الله صرف توکان مدد گهرون ٿا جو تون ڏئي پوءِ پچارين بہ نٿو ۽ تو کان سواءِ ٻيا گرهہ گرهہ عيوض غلام ٿا بنائين، جنهن کي پنهنجي محاوري ۾ چوندا آهيون تہ "پلي بک پرم جي شال نہ وجي شان" ان ڪري اهڙي غلامانہ زندگي کان بچڻ لاءِ رب پاڪ دعا سيکاري تہ:

## اهْدِنَا الصِّرَاطَ الْمُسْتَقِيم

غور ڪيو وڃي تہ اڳين آيت ۾ ربوبيت عالمين جي ايڏي وڏي نظام کي قائم رکڻ لاءِ ٻانهي جڏهن الله سان وچن ڪيو تہ اياڪ نعبد يعني هن تحريڪ ۾ ۽ ربوبيت عالمين جي نظام قائم ڪرڻ ۾ تنهنجي ئي حڪمن جي تعميل ڪنداسين، خاص تنهنجي ئي قانونن جي فرمانبرداري ۽ تابعداري ڪنداسين، وري انهي جي تڪميل لاءِ تنهنجو ئي ساٿ گهرجي مدد گهرجي توفيق گهرجي. پر هن راهہ ۾ ودوالو تدهن فيد هنون (9_68) يعني رستي ڀلائڻ وارا حق کان هٽائڻ وارا) جيڪي خواهش رکن ٿا تہ جيڪڏهن اصولن جي معاملي ۾ تون (رسول) ۽ هر انقلاب آڻيندڙ بہ ڪجهہ ملمع سازي ۽ نرمي ڪري تہ پوءِ هو بہ ان جو ساٿ ڏيندا يعني ڪجهہ تون هنن جي مڃ ڪجهہ هو تنهنجي مڃين يعني حق سچ جي واٽ کان ڀلائڻ وارن جو وک وک تي وڏو خطرو آهي، ان ڪري اي رب پاڪ اسان کي تون صراط مستقيم يعني سڌي واٽ هدايت واري رستي تي هلائيندو رهجانءِ اهڙي سڌي واٽ جنهن ۾ ڪوئي ور وڪڙ نہ هجي ڪائي هيٺ مٿائين نہ هجي، ۽ گمراهہ ڪندڙن جي ڀلائڻ ۽ هيرا ڦيرين کان محفوظ ۽ سڌو رستو هجي ۽ الله پنهنجي ر... جي اها دعا قبول بہ ڪري ڇڏي تہ إِنَّكَ عَلَى صِرَاطٍ مُسْتَقِيمٍ 36 ۽ قُلْ إِنَّنِي هَدَانِي رَبِّي إِلَى صِرَاطٍ مُسْتَقِيمٍ 161.

## ڏسو قرآن پنهنجو تفسير پاڻ ڪيئن ٿو ڪري

هن پنجين آيت جي تفسير لکڻ مهل پڙهندڙن کي صرف ياد ڏيارڻ جي حد تائين ڏيان ڇڪرايون ٿا ته ڏسو قرآن حڪيم ڪيئن ته پنهنجو تعبير ۽ تفسير، قرآني آيتن جي وري وري ورائي آڻڻ سان، ڪيئن نه کولي کولي پيو سمجهائي، توڻي ڪٽي منڊ ڪان وٺي اسان ان تصريف آيات ذريعي ئي قرآن جي تفسير ۽ تعبير لکي رهيا آهيون. پر ان ۾ اجا به هي معذرت ۽ پنهنجو قصور به پڙهندڙن کي ڄاڻائڻ مناسب سمجهون ٿا ته فن تصريف آيات سان تفسير جا مثال اسان هڪ هڪ لفظ ۽ آيت جي لاءِ قرآن ۾ آندل سڀ جو سڀ آيتن وارن سيني مثالن کي هڪ هڪ هنڌ ڪونه ٿا آڻي سگهون، مثال طور هن آيت ۾ اهدنا جو لفظ آيو آهي هاڻي پوري قرآن حڪيم ۾ هدايت جو لفظ مختلف صيغن سان ٿي سو پيرن کان وڌيڪ تڪرار سان آيو آهي، جيڪي سڀ مثال هتي آڻڻ سان وڏي ڊيگهه ٿي ويندي سو صرف فن تصريف آيات جي ذريعي ٿورن مثالن تي اڪتفا ڪيون ٿا ۽ ان لاءِ به گذارش ڪيون ٿا ته غور فرمايو وڃي ته قرآن حڪيم ڏسو ته پنهنجي تعبير لاءِ، پڙهڻ وارن کي ڪيئن نه ٻين ماڻهن جي محتاجي کان بچائي مستغني ڪري ڇڏيو آهي، بلڪ هيئن چوڻ ۽ سمجهڻ گهرجي ته ٻين جي لاءِ ڪجهه به رهايو ئي ڪونهي.

سڀ جو سڀ گهربل ضرورت پاڻ ڪافي ۽ وافي طريقي سان
پوري ڪري ڇڏي اٿس. هن آيت ۾ ٻانهو پنهنجي پالڻهار کان
پنهنجي لاءِ پوري ڪائنات لاءِ پوري انساني برادري لاءِ
پنهنجي انقلابي ٽيم لاءِ پارٽي لاءِ دعا گهري ٿو مطالبو ڪري
ٿو تہ اسان کي سڌي رستي جي هدايت عطا فرماءِ هاڻي هدايت
جو لفظ پنهنجي معني مفهوم ۾ ئي نهايت ڪامل ۽ مڪمل
لفظ آهي جو جنهن جو مطلب آهي تہ اهڙو سڌو رستو جنهن
کان وڌيڪ ٻيو ڪو اهڙو سڌو سولو نہ هجي ۽ اهو سڌو رستو
جيڪو پنهنجي منزل مقصود تائين پهچائي تہ ان ۾ ٻہ ڪو هير
ڦير نہ ٿيڻ گهرجي. هير ڦير جي معني تہ منزل مقصود کان
سواءِ ڪنهن غير مقصود ۽ غير مطلوب منزل طرف نہ وٺي
وڃي. هدايت جي لفظ ۾ معني جي ڪماليت جو اندازو
پڙهندڙ مهربان هن آيت مان لڳائي سگهن ٿا. الَّذِي خَلَقَ
فَسَوَّى(2)وَالَّذِي قَدَّرَ فَهَدَى (3_87) يعني خالق سائين
اها هستي آهي جنهن پيدا فرمايو پوءِ وري ان ۾ هر عضوي ۽
طبعي عناصرن ۾ اعتدال. برابري. موزونيت ۽ سڌائي جو
انتظام ڪيائين. هي مطلب آهي لفظ سوي جو وري ان کان پوءِ
فرمايائين تہ والذي قدر ان جو مطلب آهي تہ پيدا ڪرڻ ۽
انهن کي سڌي بنائڻ يعني موزون بنائڻ کان پوءِ ان جي جدا
جدا عضون. مشينري پرزن جي قوتن ۽ سگهہ جي قسمن ۽

مقدار جا ماپا طاقت جو قدر ۽ رينج مقرر فرمايائين. جيئن ڪمپنيون بہ پنهنجي مشنرين جي مڙني پرزن جي طاقت ۽ استعمال لاءِ اج ڪلهہ لٽريچر بہ گڏ تيار ڪري موڪلينديون آهن جن ۾ مشين جي طاقت ۽ ماپن جو تفصيل ڄاڻايل هوندو آهي تہ الله پاڪ پنهنجي هر تخليق جي اندر ان جي هر عضوي جي هر قسم جي سگهہ ۽ طاقت جا اندازا مقرر ڪري ڇڏيا آهن. جهن لاءِ فرمايائين تہ والذي قدر تہ انهن سيني مرحلن کان پوءِ فرمايائين فهدي يعني پهريين پراسيس ۽ مرحلن کان پوءِ ڪائي بہ تخليق، هدايت وارر ٽارگيٽ ۽ هدف ڏئي سگهندي، جنهن کي حاصل ڪرڻ لاءِ قرآن حڪيم هن آيت ۾ جيڪا دعا سيکاري ان ۾ اها اعلي درجي جي ڪامل ۽ مڪمل هدايت گهرڻ جي تعليم ڏني وئي آهي، هتي هن ڳالهہ کي هميشہ لاءِ ياد رکڻ گهرجي تہ ٻانهو جڏهن پنهنجي خلقڻهار کان اهڙي هدايت واسطي دعا گهري ٿو تہ رب پاڪ ان کي جواب ۾ هي موٽ ڏئي ڇڏي آهي تہ شَهْرُ رَمَضَانَ الَّذِي أُنزِلَ فِيهِ الْقُرْآنُ هُدًى لِلنَّاسِ (2 :185) يعني اوهان [illegible] کان جنهن صراط مستقيم جي هدايت گهري رهيا آهيو [illegible] هدايت اها صراط مستقيم. اهو قرآن ئي تہ آهي جيڪو سهيني رمضان ۾ ذات انسان لاءِ نازل ڪيو ويو آهي. هتي رب پاڪ جو هي جيڪو فرمان آهي تہ قَالَ رَبُّنَا الَّذِي

أَعْطَى كُلَّ شَيْءٍ خَلْقَهُ ثُمَّ هَدَى (20_50) يعني رب پاڪ هر شئي کي ان جي ان جي ضرورتن ۽ گهرجن جو انتظام ان جي تخليقي مرحلن اندرئي ڪري ڏنو آهي، يعني مخلوق جون طبعي گهرجون ۽ جبلتون انهن جي تخليق ۾ رکيل آهن، جيئن چوپاين جانورن مان هڪڙا سبزي خور آهن جيئن اٺ ٻڪري ڳئون تہ اهي طبعي تخليقي جبلت سبب صرف گاهہ کائيندا پوءِ اهو سڪو هجي يا سائو ۽ هڪڙا جانور صرف گوشت خور پئدا ڪيا ويا آهن جيئن شينهن ۽ چيتو وغيره تہ اهي وري گاهہ ڪونہ کائن اهي ڳالهيون انهن جي جبلت ۾ رکيل آهن ۽ جي ڪڪڙ هيٺان آري مهل ڪڪڙ جي آنن سان گڏ بدڪن جا آنا رکي چڏبا پوءِ جڏهن چوزا تيار ٿي نڪرندا تہ بدڪن وارا ٻچا پاڻي جو دٻو ڏسي امالڪ ان ۾ ڪاهي پوندا ۽ ڪڪڙ جا چوزا ان ۾ هرگز ڪونہ گهڙندا. هي انهن جي طبعي جبلت چئبي، جنهن کي قرآن حڪيم اعطي کل شيءِ خلقہ ڪري ڏسيو آهي ۽ انهن جانورن ۽ پکين ۾ انهن جي طور طريقن ۽ ضرورتن جي فطري چاهت چوائس ۽ هدايت انهن جي اندر ۾ طبيعت ۾ رکيل آهي اها داخلي هدايت چئبي ۽ انهن جي ڀيٽ ۾ انسان جي لاءِ اها هدايت اندر بدران ٻاهران ايندي جيئن نندو ٻار ٽانڊي کي بہ راندیڪو سمجهي ان ۾ هٿ وجهندو آهي ۽ پوءِ سڙي پوندو آهي ان ٻار

ڪي ٽانڊي جي نقصان کان بچائڻ لاءِ ٻاهرين هدايت جي ضرورت آهي ماءُ يا ڪو ٻيو ان وٽ موجود سمجهه وارو جيستري ٽائين ان کي نہ بچائيندو تہ هو سڙي ويندو تہ اهڙي نموني انسان کي بہ زندگي جي نقصان ڪار ڪمن ۾ رسڻ کان بچڻ لاءِ داخلي اندروني ۾ طبعي، جبلتي هدايت ڪانہ ڏني وئي آهي، هو خنزير جو گوشت ۾ مرغي جو گوشت برابر قسم جو سمجهي کائي رهيو آهي، پر وحي جي خارجي رهنمائي ٻڌائي ٿي تہ خنزير حرام آهي ڪڪڙ حلال آهي، اهڙي نموني جانور ماءُ ۾ ڀيڻ تي ٽپو ڏيئي رهيا آهن. جڏهن تہ انسان کي وحي جي خارجي تعليم انهي کان روڪيو آهي تہ هاڻي انسان جو ماءُ، ڌيءُ، ڀيڻ کي زال جي مقابلي ۾ حرمت واري نظر سان ڏسڻ، اهو هدايت واري قانون جي خارجي رهنمائي جو اثر چئبو ۾ خنزير جي گوشت کي ۾ قرآن ۾ حرام ٻڌايل شين کي حلال ڪري ڏنل شين جي ڀيٽ ۾ حرام تصور ڪرڻ، اهو خارجي طور قانون هدايت جو اثر قرار ڏنو ويندو نہ ڪي داخلي ۾ طبعي تہ اسان کي ارتقا جي اعليٰ ترقياتي منزلن تي پهچڻ لاءِ الله جي صفت رحمان سان لَتَرْكَبُنَّ طَبَقًا عَنْ طَبَقٍ (19_84) يعني ڏاڪي ٻڏاڪي اڳتي وڌڻو آهي، چڙهڻو آهي، انهي لاءِ انسان محتاج آهي الله جي رهنمائي جو جنهن لاءِ رب پاڪ اعلان بہ ڪيو آهي تہ إِنَّ عَلَيْنَا لَلْهُدَىٰ (12_92) يعني

انسان کي هدايت واري دڳ جو ڏس ڏيڻ بہ اسان جي ذميواري آهي، انهي ڳالهہ جو ڏس حضرت ابراهيم عليہ السلام بہ ڏنو تہ الَّذِي خَلَقَنِي فَهُوَ يَهْدِينِ(78_26) يعني مونکي جنهن پئدا ڪيو آهي هدايت بہ اهوئي ڏيندو تہ لفظ هدايت جي معني مفهوم اهو انساني ارتقا جو آخري ذريعو ۽ سورس آهي، جنهن کي حاصل ڪرڻ واسطي هن آيت ۾ تعليم ڏني وئي تہ انسان ان هدايت جي گهر ڪري ۽ رب پاڪ جنت ارضي مان اسان جي وڏن يعني نوع آدم جي پهرين ٿهي کي جڏهن عمراني ۽ معاشي طور ڪلاسيفڪيشن ۽ طبقاتي نظام جي شجر ممنوع طرف اچڻ کان روڪيو هو ۽ هو نہ مڙيا پوءِ انسان ۽ انسانيت اگهاڙي ٿي پئي تہ الله پاڪ جنت کان نيڪالي ڏيڻ مهل فرماين فَإِمَّا يَأْتِيَنَّكُمْ مِنِّي هُدًى فَمَنْ تَبِعَ هُدَايَ فَلَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُونَ(38_2) يعني (جنت مان نيڪالي کان پوءِ) منهنجي طرفان اوهان ڏي هدايت ايندي رهندي پوءِ جيڪو منهنجي هدايت جي تابعداري ڪندو ان تي نہ ڪنهن قسم جو خوف ايندو نہ ئي ڪو ئي غم، تہ هاڻي هي قرآن ئي هن وقت جملي انسانن لاءِ هدايت آهي، انهي قرآن واري هدايت حاصل ڪرڻ ۽ ان تي قائم رهڻ جي دعا سيکاري وئي آهي تہ اهدنا الصراط المستقيم ۽ هي هدايت انسان جي اندر داخلي طبعي فطرت

جو ڪو اندروني جزو ڪونهي، بلڪ هي هدايت انسانن مان ڪنهن اعليٰ درجي جي آنيسٽ ۽ مهاندي ماڻهو کي رسالت ۽ نبوت جي مرتبي تي فائز ڪري ان جي معرفت هي ڪتاب، هي مڪمل سليبس، هي هدايت جو مڪمل ڪورس، موڪليو اهڙي نموني جو ان عظيم شخصيت رسول ۽ نبي کي به اڳواٽ خبر ڪانه هئي ته ڪتاب ڇا آهي ته ايمان ڇا آهي، مَا كُنْتَ تَدْرِي مَا الْكِتَابُ وَلَا الْإِيمَانُ (42_52) ۽ خود رسول الله لاءِ قرآن پاڪ هي به ٻڌايو ته وَوَجَدَكَ ضَالًّا فَهَدَى (93_7) يعني اي رسول تون ته سچ جي ڳولا ۾ حق جي تلاش ۾ پريشان ۽ سرگردان هئين، ۽ رب پاڪ توکي ان طرف هدايت فرمائي، يعني قرآن ڏنو ان کان اڳي توکي ته ڪتاب جي به ڄاڻ نه هئي. هاڻ هتي هن ڳالهه کي ذهن ۾ رکڻو آهي ته الله پاڪ اسان جي ڀلي لاءِ ڪتابي شڪل ۾ حق سچ ۽ هدايت کي مڪمل ڪورس جي طور پنهنجي رسول جي معرفت پهچائي ڇڏيو آهي ۽ نه صرف پهچائي بلڪ پنهنجي رسول ۽ ان جي ساٿين کان ان تي عمل ڪرائي قرآن واري نظام کي قائم ڪري ان نظام جي روشني ۾ اهڙو معاشرو اهڙي رياست قائم ڪري ثابت به ڪري ڏيکاريائين ته هن هدايت نامي جا اصول عمل ۾ ايندڙ آسان ۽ بهتر رزلٽ ڏيندڙ ڪامياب قانون آهن. رسول الله ان ڪتاب تي عمل به ڪري

ڏيکاريو ۽ ماڻهن تائين ايندڙ زماني وارن لاءِ محفوظ ڪتابي شڪل ۾ پهچايائين بہ سو دنيا وارئو! ٻڌي ڇڏيو إِنَّا أَنْزَلْنَا عَلَيْكَ الْكِتَابَ لِلنَّاسِ بِالْحَقِّ فَمَنْ اهْتَدَى فَلِنَفْسِهِ وَمَنْ ضَلَّ فَإِنَّمَا يَضِلُّ عَلَيْهَا وَمَا أَنْتَ عَلَيْهِمْ بِوَكِيلٍ (39_41) يعني اي رسول! اسان تنهنجي مٿان ماڻهن لاءِ حق سچ وارو ڪتاب نازل ڪيو آهي پوءِ جيڪو ان مان هدايت پرائيندو تہ اهو پنهنجي لاءِ ئي پرائيندو ۽ جيڪو (ڪتاب ملڻ باجود) گمراهي کي پسند ڪندو تہ اها ان جي مٿان پوندي، اي رسول تون انهن جو وڪيل ناهين هاڻي اهو انسان ٻڌي ڇڏي تہ إِنَّا هَدَيْنَاهُ السَّبِيلَ إِمَّا شَاكِرًا وَإِمَّا كَفُورًا (3_76) يعني اسان ان انسان کي هدايت واري واٽ جو ڏس پنڌ ڏئي ڇڏيو آهي، اڳتي انهي جي مرضي آهي تہ هو هن کي قبول ڪري ان تي هلي يا انڪار ڪري ان جو ڪفر ڪري.

هدايت تي زوري هلائڻ اهو الله جي پروگرام ۾ ناهي خود رسول الله کي بہ حڪم آهي تہ إِنَّكَ لَا تَهْدِي مَنْ أَحْبَبْتَ (56_28) يعني اي رسول تون جنهن کي چاهين هدايت ڏين، اهي نٿو ٿي سگهي، ائين نہ بلڪ وَلَكِنَّ اللَّهَ يَهْدِي مَنْ يَشَاءُ وَهُوَ أَعْلَمُ بِالْمُهْتَدِينَ (56_28) يعني

الله انهن کي هدايت ڏيندو جن جي دل ۾ تڙپ ۽ طلب هوندي هدايت حاصل ڪرڻ جي، (سو دلين جون ڳالهيون تہ صرف الله ٿو ڄاڻي) ان ڪري الله پنهنجي رسول کي سمجهايو تہ فَإِنَّمَا عَلَيْكَ الْبَلَاغُ وَعَلَيْنَا الْحِسَابُ (13_40) يعني اي رسول تنهنجي ذميواري صرف پهچائڻ آهي ۽ بس، اڳتي جا حساب ڪتاب اسان جي ذميواري آهي.

## الصِّرَاطَ الْمُسْتَقِيمَ

صراط لفظ جي معني واٽ ۽ رستو آهي، رستي ۽ واٽ جي خوبي تڏهن آهي جڏهن اهو رستو سڌو هجي واٽ سڌي هجي مطلب تہ سڌائي لفظ صراط ۽ رستي جي معني ۾ اڳيئي آهي سو پڙهندڙن جو ڌيان هن طرف ڇڪرائڻ مقصود آهي تہ هن آيت ۾ رب پاڪ صراط ساڻ گڏ لفظ مستقيم جو استعمال ڪيو آهي، اهو هڪ وڏي حقيقت طرف ڌيان ڇڪائڻ لاءِ استعمال ڪيو ويو آهي.

## تصوف جي بانيڪار يوناني حڪيمن جو رد

مستقيم لفظ جو مادو ق – و – م آهي جنهن جي معنيٰ آهي بيهڻ. بيهڻ مان هت مراد سگهہ ۽ طاقت آهي تہ صراط مستقيم جي گڏيل معنيٰ ٿيندي سڌو ۽ مضبوط محفوظ ۽ هموار رستو اهڙو جو ان جي راهي کي پانڌيئڙي کي گمراهي کان بچائي،

ور وڪڙن کان بچائي، فضول ۽ بي مقصد چڪرن کان بچائي. جاڻڻ گهرجي تہ نظرياتي دنيا ۾ فڪري ادارن وٽ، مذهبي تصورن ۾، زندگي بابت مختلف خيال ۽ فڪر آهن. هڪڙا ماڻهو وحدت الوجود جي نالي سان الله کي حقيقي وجود ۽ وجود جو ڪليو يا ڪل قرار ڏيئي باقي شين کي يا انسانن کي ان جو جزو قرار ڏين ٿا پوءِ چون ٿا تہ ڪل شيءِ يرجع الي اصلہ يعني هر شي پنهنجي اصل ڏي موٽندي پوءِ جڏهن ائين ٿيندو تہ پوءِ ڇا جو عذاب ڇاجي سزا. الله جيڪو ڪل آهي ان جي جزء کي ڇاجي باهہ ڇاجي سزا. ان تصور کي منصوري نعري جو نالو ڏنو ويو آهي تہ من نمے گويم اناالحق يار ميگويد بگو تہ منصور اسماعيلي هو). يعني آئون پاڻ کي الله نٿو چوان بلڪ الله پاڻ ٿو مون کان چوائي تہ تون چئي ڏي تہ آئون پاڻ الله آهيان، يا وري اسان جي ويجهي دؤر ۾ سچل درازن واري جو هي چوڻ تہ انت بحر دي خبر نہ ڪائي رنگي رنگ بڻايا، الله آدمي بڻ آيا. يا وري اهل تصوف وارن جي هي اصطلاح تہ فنا في الله ۽ بقا بالله يعني الله ۾ فنا ٿي وڃڻ ۽ فنائيت ۾ بہ وري ايڏي ترقي ڪري وڃڻ جو الله جي صفت الباقي ۾ بہ ان جو ڀائيوار ٿي وڃي، اهڙي تصور لاءِ يا درجي ۽ منزل لاءِ توحيد دشمن ۽ قرآن دشمن مافيا وارن هڪ حديث بہ ٺاهي آهي تہ ٻانهو الله جي اطاعت ڪندي انهي منزل تي پهچي

وڃي ٿو جو بي يسمع وبي يبصر يعني ان جون اکيون الله جون اکيون بڻجي وڃن ٿيون، ان جا ڪن الله جا ڪن بڻجي وڃن ٿا. جن سان هي ڏسي ۽ ٻڌي ٿو. حديثن پڙهائڻ وارا انهن لفظن جون ڪيئي تاويلي معنائون ڪندا آهن پر صوفي صاحبان سڌو سنئون ان مان وحدت الوجود جو نظريو ثابت ڪن ٿا. جنهن جو ڪل خلاصو وڃي عمل ڪان فراريت تي دنگ ڪندو. مٿيان معنوي ور وڪڙ سڀ هن لاءِ آهن تہ انسان کي الله جي جز هجڻ جو ڏتو ڏئي نجات جو يقين ڏئي، عملن کان پري ڪري، بي عملي طرف ڌڪيو وڃي، جنهن سان استحصالي جاگيردار ۽ سرمايہ دار مافيا پنهنجي ڦرلٽ خلاف پيدا ٿيندڙ بغاوت ۽ مزاحمت کي ٻنجو ڏيڻ چاهين ٿا.

## جوڻ مٽائڻ جو تصور

يوناني حڪيمن مان فيثا غورث ۽ ان جي پوئلڳن زندگي کي دوري قرار ڏنو آهي، جنهن کي عربي ۾ تناسخ سڏيو وڃي ٿو يعني انسان کي مختلف زندگيون ۾ جياپا ملن ٿا هر زندگي جي خاتمي کان پوءِ هو جوڻ مٽائي ٻي زندگي ۾ نئين روپ يعني مخلوق جي ڪنهن ٻي جنس ۾ اچي پيدا ٿئي ٿو پوءِ هر جنم ۾ نئون روپ ۽ اهو سلسلو ايترو تہ وڃي ڊگهو ٿيندو جو سڀ روپ ڪٽائڻ لاءِ ڪروڙين سال لڳي ويندا ۽ الائي ڪهڙي

جنم ۾ انسان بنجڻ جو وارو اچي جڏهن ته هندو مُتالاجي جي مطابق انسان جو روح آتما اهو برهما جي عظيم روح پرماتما جو جز آهي ۽ جز دنيا ۾ اچڻ مهل مادي جي ڪثافتن ۾ ڦاسي پيو آهي سو ان کي اهڙي گپ چڪ واري ڌٻڻ مان نڪرڻ لاءِ وڏا ڪشالا ڪرڻا آهن جن مان پاڻ کي ايذائڻ پهچائڻ جهڙي رياضت ڪرڻي آهي. دنيا جي لذتن کان پري رهي نفس جي خواهشن کي ماري تياڳ ڪرڻ سان سڀ سک ڦَتائي ويدانت جي نظريي مطابق ته پوءِ هو روح پنهنجي اصل ۽ ڪل سان وڃي ملي سگهندو. ٻڌمت جي نروان ۾ به اهڙو تصور آهي ۽ عيسائيت ۽ يهوديت ۾ به ڪنار وسائڻ واري رهبانيت آهي. مجوسين توري گهڻي فرق سان اهو فلسفو اختيار ڪيو جنهن کي جلال الدين رومي اسلامي تصوف جي نالي سان پنهنجي جڳ مشهور ڪتاب مثنوي جي پهرين بيت ۾ هن طرح آندو آهي ته:

بشنواز نئے چوں حکایت مے کند
از جدائی ہا شکایت مے کند

يعني نڙ کان ڪاني جي بينسريءَ کان ان جي دانهن ٻڌو اهو ان جو آلاپ هي آهي جو هو پنهنجي ڪانن جي ٻڙي مان ڪاٽي چني ڌار ڪئي وئي آهي. سو هاڻي انهن جي وڇوڙي تي روئي پئي ته انهن مان سڀني ڪيئن ملندي.

جڏهن تہ قرآن حڪيم هن سورت فاتحہ ۾ اهدنا الصراط المستقيم ۾ دوري زندگي يعني جنم پوڳي پوڳي پوءِ پنهنجي ڪل ۾ اصل ڏي موٽڻ واري زندگي ۾ اچي ضم ٿيڻ بدران تعليم ڏئي ٿو تہ تنهنجو پنڌ اڳتي وڌڻ آهي. پوئتي موٽڻ ناهي. تون ارتقا جي اصولن تي سدائين ترقي طرف سفر پيو ڪندين ايترو جو آخرت جي زندگي ۾ جنت ملڻ کان پوءِ بہ تنهنجي ارتقا ۽ ترقي جو سفر جاري رهندو. جو جنت ۾ بہ پيا اپيلون ڪندو تہ رَبَّنَا أَتْمِمْ لَنَا نُورَنَا (66_8) يعني اي اسان جا پالڻ وارا! اسان جي بصيرت کي ڪماليت تي پهچائي اسان جي سفر لاءِ سوجهري واري پرورڙ وڌائي! ڪامل مڪمل فرماءِ اسان جي فهم ۽ لياقت کي وڌائي هتان ثابت ٿيو تہ قرآن حڪيم انسانن کي تصوف وارن جي دوري قسم جي هيراڦيرين کان بچائڻ گهري ٿو. جنهن ۾ انهن کي هو گهاٽي ۾ ڦرندڙ چاڪي جي ڏاند وانگر سڄو ڏينهن سڄي ڄمار هڪ ئي پڙ ۾ هڪ ئي دائري ۾ پيا ٿا ڦيرائن. جنهن ۾ ڪروڙن سالن جي جنمن مٽائڻ ۽ پرگهڻ کان پوءِ بہ پهرين جاءِ تي جو موٽي اچي تہ اهو کهڙو ڪمال ٿيو. سو قرآن تہ انسان کي سمجهائي ٿو تہ تنهنجو پنڌ سدائين اڳتي آهي لَتَرْكَبُنَّ طَبَقًا عَنْ طَبَقٍ (19_84). يعني تون سدائين پيو ترقي جا درجا منزلون ۽ ڏاڪا چڙهندي ۽ اوراگهيندي؟ تہ انهي سفر لاءِ انهن

طبقن ۾ منزلن ماڻڻ لاءِ قرآن حڪيم هيءَ دعا سيکاري تہ اهدناالصراط المستقيم يعني اڳتي وڌاء, اڳتي وڌاء, هاڻ ان ربي علىٰ صراط مستقيم (11_5) جي معني هي ٿيندي تہ الله جو نظام ربوبيت ۾ ربوبيت عالمين يعني جهانن جي پرورش وارو نظام بہ صراط مستقيم وارو آهي, يعني هميشہ ارتقا جي منزلن طرف هلندڙ آهي ۽ قرآن حڪيم ۾ الله جو پنهنجي رسول کي هي فرمان تہ انڪ علي صراط مستقيم (43_43) يعني اي محمد! جڏهن تون وحي واري رستي تي مضبوطي سان هلندي تہ پوءِ اهو بہ توکي ڏاڪي بڏاڪي مٿاهين منزلن طرف ارتقا جي پيچرن تي روان دوان رکندو ايترو جو تون يقين سمجهہ تہ تون ان صراط مستقيم تي دائم ۽ قائم آهين, هاڻ هنن بنهي آيتن يعني الله جو نظام ربوبيت بہ ارتقا وارو آهي ۽ انجو رسول بہ صراط مستقيم تي قائم ۽ ارتقا پذير آهي, يعني جڏهن ان الله ربي وربکم, يعني الله پنهنجي رسول جو بہ رب آهي ۽ اسان انسانن جو بہ رب آهي تہ ان جي نظام ربوبيت تي ان جي وحي واري ڏس مطابق هلڻ ۽ ان جي حڪمن تي هلڻ جنهن کي قرآن عبادت جي لفظ سان تعبير فرمائي رهيو آهي, اهو ئي صراط مستقيم آهي تہ هاڻي پوري آيت تي غور فرمائيندا تہ: إِنَّ اللَّهَ رَبِّي وَرَبُّكُمْ فَاعْبُدُوهُ هَذَا صِرَاطٌ مُسْتَقِيمٌ (51_3) يعني صراط مستقيم واري

شاهراهہ ماڻهن جو هڪ ئي طريقو آهي اهو آهي اياڪ نعبدو واياڪ نستعين يعني الله جي حڪمن تي هلڻ سان صراط مستقيم ملندي ۽ اهائي عبادت آهي. هن مفهوم سان سورت فاتحہ جي آيت چوٿين ۽ پنجين جو پاڻ ۾ ربط بہ واضح ٿي وڃي.

## هڪ مغالطي جو ازالو

فارس جي اسلام دشمن ۽ قرآن دشمن مافيا پنهنجي قادسيہ واري جنگ جي شڪست جي انتقام وٺڻ لاءِ امت مسلمہ جي واحد سرمايي قرآن جي هن عظيم اصطلاح، صراط مستقيم جيڪا انسانذات جي هدايت لاءِ دنيا واري زندگي ۾ قرآن جي رهنمائيءَ ۾ سمجهائي وئي آهي، ان کان پلائڻ لاءِ ۽ ان جي مفهوم کي بدلائڻ لاءِ حديث سازي جي فن ۾ هيءَ آتم ڪٿا گهڙي آهي. تہ مرڻ کان پوءِ اٿڻ مهل ميدان قيامت ۾ حساب ۽ ڪتاب کان فارغ ٿيڻ بعد اتاهون جي جاگرافي مطابق ٻهريائين دوزخ هوندو ۽ ان جي پريںءَ پر بهشت هوندو ۽ ميدان قيامت کان وٺي بهشت تائين دوزخ جي مٿان هڪ پل هوندي. جنهن جونالو پلصراط مشهور ڪيو اٿن. اها پل وار کان سنهي ۽ تلوار کان تکي هوندي. جنت ڏي وڃڻ ۽ پهچڻ لاءِ ان پل کي پار ڪرڻو پوندو ۽ پل کي پار ڪرڻ لاءِ عيد

اضحيٰ جي موقعي تي جن ماڻهن قرباني جا ڍور ٿلها ٿنڀرا ڪري پالي ڪنا هوندا اهي ماڻهو انهن ڍورن تي سوار ٿي ان پل مٿان ڪراس ڪري ويندا، انهيءَ پلصراط بابت ڦن حديث جي روايتن ۾ گهڻيئي قسم جون غير عقلي روايتون گهڙيل آهن. اهڙي سموري داستان بابت هي وضاحت ڪرڻ پڙهندڙن لاءِ آئون ضروري سمجهان ٿو تہ دوزخ مٿان اهڙي ڪابہ پل ڪانهي، حديثن ناهڻ وارن اهي ڪوڙ هن لاءِ ناهيا آهن تہ جيئن مسلم امت قرآن واري ڏسيل دنيا جي زندگي کي سنوارڻ واري صراط مستقيم کي اهميت نہ ڏين ۽ ان جي معنيٰ مفهوم تي غور نہ ڪن. ۽ هنن جي ڏسيل قيامت کان پوءِ واري هٿ نوڪي وار کان سنهي ۽ تلوار کان تکي پلصراط ٽپڻ لاءِ وينو ڇيلا ۽ گهٽا، مکڻ کارائڻ سان ٿلها ڪري پالي تہ اهي هن کي سوار ڪري پل تان پار ڪٽي سگهن. محترم مانوارن پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض آهي تہ پلصراط جو اهو حديثن وارو مشهور تفصيل غير قرآني آهي، بلڪ قرآن جي رهنمائي واري صراط مستقيم جي اصطلاح، جنهن جو تفصيل هاڻ اوهان پڙهيو ان کي رد ڪرڻ. ان کان ذهن هٽائڻ. اهو انهن حديثن ناهڻ وارن جي قرآن خلاف هڪ سازش آهي. دنيا جي زندگيءَ ۾ قر[illegible] [illegible] مستقيم تي هلڻ جي حڪم ۽ نصيحت کي [illegible] ج ڪرڻ جي هڪ چال آهي.

حديثن واري ان پلصراط جي تفصيلن مٿان تمام گهڻا علمي عقلي اعتراض ۽ رد آهن. جيڪي ٻيگهه سبب آئون هتي لکڻ، هڪ خواه مخواه جو بحث سمجهان ٿو ۽ هن ڪري به نٿو لکان ته پڙهندڙ مهربان سورت فاتحه ۾ آندل صراط مستقيم جي تفصيل پڙهڻ کان پوءِ پلصراط جيڪا آخرت جي جهان ۾ پار ڪرڻ لاءِ مشهور ڪيل آهي. ان جي حقيقت ڪي سمجهي ويا هوندا. تڏهن به پلا مناسب ٿيندو ته قرآن حڪيم جي طرفان دنيا ۾ صراط مستقيم تي هلڻ واري حڪم ڪي اهميت نه ڏيڻ واري سازش ڪي. هنن اهل فارس وارن جي حديثن جي آڙ ۾ پلصراط جي مغالطي تي به اکر لکان. جناب محترم پڙهندڙ پائرو! اوهان اهڙين حديثن تي واعظ ڪندڙ واعظي مولوي صاحبن کان ٻڌندا هوندؤ ته ميدان قيامت ۾ حساب ڪتاب کان پوءِ اعمالن جي جزا سزا واري فيصلي کان پوءِ انهي پلصراط کي جيڪا دوزخ جي مٿاهون آهي ان کي پار ڪري بهشت ڏي پهچڻو آهي. جنهن لاءِ اضحيٰ جا جانور ۽ ٻيا عمل اتي ڪم ايندا ۽ پار پوڻ لاءِ مددگار ٿيندا. جيڪڏهن اهي ٻئي ذريعا ڪنهن وٽ به نه هوندا ته پل ۾ نت ڪيل لوهي سنگهرون ۽ انگڙيون ۽ رهڙيون پل تان گذرڻ واري کي چنبڙي ڪري دوزخ ۾ ڇڪي ڪيرائينديون. هاڻ هن صورتحال تي غور ڪبو ته جڏهن

ڪنهن به شخص لاءِ ان جي عملن جي روشني ۾ دوزخ ۾ وڃڻ يا بهشت ۾ وڃڻ جو فيصلو تي چڪو ۽ ان جي فيصلي دوران جنتي انسان کي سندس عملن جو وچور ساڄي هٿ ۾ ڏنو ويو ۽ دوزخ جي سزا جي حقدار کي ان جي عملن جي سزا واري چارج شيٽ ان کي کابي هٿ ۾ ڏني وئي ته اهو سلوڪ ۽ فيصلو فائنل ۽ آخري تي ويو ته ڪير جنتي آهي ۽ ڪير دوزخي آهي. باقي اهو چوڻ ته ان کان پوءِ به اجا پلصراط پار ڪرڻ جو مرحلو رهيل آهي. اهو سڀ غلط چئبو. جو ته اجا پلصراط جو پراسيس رهيل تصور ڪجي ته پوءِ پهرين فيصلي جي ڪهڙي اهميت ۽ ڪهڙي وقعت چئبي. سو صراط جي مفهوم کي دنيا واري زندگي، صالح عمل ذريعي گذارڻ جي معنيٰ ۾ سمجهڻ گهرجي جيڪا خود هن آيت مان پڻ ثابت ٿئي پئي. جنهن کان هي روايتون گهڙيندڙ فارس وارا ڏيان هٽائڻ گهرن ٿا.

## صِرَاطَ الَّذِينَ أَنْعَمْتَ عَلَيْهِمْ

هن آيت ۾ غور ڪيو وڃي ته هن کان اڳين آيت ۾ پانهو جڏهن پنهنجي پالڻهار کان صراط مستقيم ملڻ ۽ ان تي هلڻ جي توفيق جي دعا ٿو گهري ته ان صراط کي جڻ ته متعين ڪري نشان سان گهري ٿو ته اها صراط عطا ڪر انهي صراط

جي اسان کي هدايت ڏي جيڪا صراط تي پنهنجي ڪامياب ٻانهن کي عطا ڪئي. جن تي سندس عنايت ٿي يا انعام يافته ٿيا. يعني اها صراط جيڪا سچي دنيا وارن ڏني. جيڪا تاريخ جي شاهدي سان ثابت ٿي ته جن ماڻهن پنهنجي دين وارو رستو اختيار ڪيو انهن کي ان جي صلي ۾ هتي دنيا ۾ اقتدار ۽ آخرت ۾ جنت جي انعامن سان نعمتن سان نوازيو ته انعمت عليهم وارين نعمتن ۾ دنيا جي حياتيءَ ۾ هدايت واري صراط به شامل آهي. جيڪا (50 _ 3) ۽ (16 _ 5) آيتن ۾ قرآن پاڪ کولي کولي سمجهائي آهي. جنهن سان فارس وارن جي حديثن واري پلصراط جو مڪمل رد ٿئي ٿو ۽ صراط جو منهوم قرآن واري هدايت صراط مستقيم آهي ۽ جنهن تي هلي ڪري پنهنجي دنيا سنوارڻ مقصود آهي. جنهن جي نتيجي ۾ آخرت جو سنوارجڻ نصيب ٿيندو ۽ اها صراط اها نعمت آهي انهن ڪامياب ماڻهن مٿان. جيڪا دنيا ۾ انهن کي ملي چڪي. سين ڏني جنهن جي ثابتي قرآن حڪيم مان هيءَ به ملي ٿي ته يَابَنِي إِسْرَائِيلَ اذْكُرُوا نِعْمَتِيَ الَّتِي أَنْعَمْتُ عَلَيْكُمْ وَأَنِّي فَضَّلْتُكُمْ عَلَى الْعَالَمِينَ (47 _ 2) يعني اي اولاد اسرائيل! ياد ڪيو منهنجي نعمتن کي جيڪي [illegible] آهي نعمتون هي آهن جو [illegible] تو دار [illegible] جهانن وارن مٿان فضيلت ڏني. هتي غور ڪيو

وجي تہ بني اسرائيل مٿان ڪيل اُهي نعمتون اُهي آهن
جيڪي سين ڏنيون ۽ اهي ٿي گذريون ۽ اهي دنيا وارن مٿان
فضيلت جي شڪل ۾ آهن. تہ هاڻي سورت فاتحہ ۾ دعا
گهرندڙ ماڻهو جڏهن صراط مستقيم جي گهر ڪري ٿو تہ ان
جي تشريح ۾ چوي ٿو تہ اها صراط عطا ڪر جيڪا تو انعام
طور پنهنجي ڪامياب ٻانهن کي عطا ڪئي، ۽ انهيءَ نعمت
جو قران حڪيم جيڪر تعبير ۽ مفهوم سمجهايو آهي اهو
آهي دنيا وارن مٿان فضيلت ۾ مٿيرو ٿيڻ. اعليٰ درجي جو
مرتبو ماڻڻ ۽ ان مان نبوت ۽ رسالت بہ مراد آهي، مٿين آيت ۾
اها ڳالهہ سمجهائي وئي، وري سورت نمل ۾ بہ ملاحظ
فرمائيندا تہ حضرت سليمان عليہ السلام شڪريہ ادائي
ڪندي چوي ٿو تہ نِعْمَتَكَ الَّتِي أَنْعَمْتَ عَلَيَّ وَعَلَى
وَالِدَيَّ وَأَنْ أَعْمَلَ صَالِحًا تَرْضَاهُ وَأَدْخِلْنِي بِرَحْمَتِكَ
فِي عِبَادِكَ الصَّالِحِينَ (19-27) يعني اي منهنجا پالڻهار
مون کي تون توفيق عطا فرماءِ تہ آئون تنهنجي نعمتن جو
شڪريو ادا ڪيان، جيڪي نعمتون تو منهنجي مٿان ۽
منهنجي پيءُ جي مٿان ڪيون، ۽ دنيا وارا ڄاڻن ٿا تہ حضرت
سليمان عليہ السلام ۽ ان جو عظيم والد حضرت دائود عليہ
السلام تمام وڏي مملڪت جا حڪمران هئا. دنيا جي
حاڪميت بہ هڪ وڏي نعمت آهي، صالح عملن جو نتيجو بہ

حڪمراني آهي، صالح عمل، صالح ۽ اصلاحي حڪومت، اهي نعمتون آهن ۽ نتيجو آهن صراط مستقيم جو. وري غور ڪيو وڃي ته صراط مستقيم ۽ صالح عمل ۽ دنيا وارن مٿان فضيلت، دنيا وارن مٿان حڪمراني ۽ الله جون نعمتون ۽ انعام اهي سڀ شيون قريب المعنيٰ قريب المفهوم ۽ مترادف ڳڻايون ويون آهن. جيڪي سبب ۽ مسبب آهن. انهن الفاظن جي معنائن کي اهل فارس جي گهڙيل رهبانيت واري علم ۾ بدلايو ويو آهي، جنهن جو ڪجهه تفصيل منهنجي ڪتاب "قرآن جو فرمان" ۾ پڙهي سگهجي ٿو ته رهبانيت گزيده ۽ رهبانيت جي چربي واري ڊتوڪاپي جي علم حديث ۾ ڪوشش ڪئي وئي آهي ته مسلم امت کان قرآني پرواز کي رجعت پرستيءَ ۾ بدلايو وڃي، قرآن جي ان تحريف معنوي ۾ مسلم امت پوري طرح شڪار ڪئي وئي آهي، تيئن ڪئي وئي آهي، صراط الذين انعمت عليهم آيت ۾ اڳين جنهن صراط لاءِ دعا گهري وئي ته اها اسان کي عطا فرماءِ ته هاڻي وري هن آيت ۾ ٻانهي کي سيکاريو ٿو وڃي ته صراط بہ مقرر ۽ معلوم صراط گهرو! جيڪا دنيا ۾ ماڻهن کي انهن جي صالح عملن جي صلي ۾ ڏني وئي، جنهن تي هلڻ سان هو دنيا وارن مٿان فضيلت ۾ مٿاهان ٿيا، حڪمران ٿيا، اهائي صراط مستقيم اٿو جيڪا پنهنجي دعائن ۾ گهرو پيا، غير

المغضوب عليهم ولا الضالين هن دعا ۾ صراط مستقيم گهرڻ جي مطالبي جو هن آخري آيت جو پهريون جملو صراط الذين انعمت عليهم اهو مثبت ۽ پازيٽو حصو آهي، علم بلاغت جو هي مشهور قانون آهي تہ تعرف الاشياءِ باضد ادها يعني شين جي سچاپ صحيح نموني سان انهن جي ضد ۽ مخالف سيءِ ذريعي ٿيندي آهي، جيئن گرمي جو علم سرديءَ سان ٿئي ٿو رات جي ڄاڻ ڏينهن جي پيٺ سان ٿئي ٿي، انڌي هجڻ جو ضد اکين جي نور نظر سان ٿئي ٿو سخت شيءِ جو احساس نرم شيءِ جي مقابلي ۾ ٿئي ٿو تہ هن آيت ۾ صراط مستقيم لاءِ ٻانها جيڪا دعا گهرو ٿا، ان صراط کي متعين ڪري گهرڻ واسطي قرآن سيکاريو تہ اها صراط گهرو جيڪا ڪامياب انسانن بطور نعمت جي حاصل ڪئي هئي، تہ هيءَ تعارف بہ جهڙوڪر هڪ طرح سان مبهم هو ان ڪري ان کي ان جي ضد سان وڌيڪ کولي سمجهايو ويو تہ غير المغضوب عليهم. يعني انعام يافتہ ماڻهن واري صراط اسان کي عطا فرماءِ، اهڙي طرح جو اهي ماڻهو يا انهن ماڻهن جي روش ۾ رستو مغضوب عليہ نہ هجي، هت منعم عليہ ماڻهن يعني انعام حاصل ڪيل ماڻهن جي پيٺ ۾ مقابلي ۾ ذڪر ڪيو ويو مغضوب عليهم ماڻهن جو تہ هن تقابل سان ضد سان صراط جو مفهوم وڌيڪ چٽو ٿي ويو. تہ اسان کي انهن ماڻهن جي واٽ ۾ رستي کان

بچائجانءِ جن مٿان تنهنجو غضب ٿيو تنهنجو ڏمر ٿيو هار لفظ صراط جي پازيٽو ۽ مثبت معنيٰ بہ اچي وئي تہ منفي معنيٰ بہ اچي وئي ۽ منفي معنيٰ کي قرآن حڪيم اجا بہ وڏيڪ کوليو آهي تہ مغضوب عليهم يعني ڏمر ڪيل ماڻهو ۽ ضال ماڻهن جي رستي کان بہ اسان کي بچائجانءِ. ولا الضالين سان انهن ماڻهن جو ذڪر ڪيو ويو آهي جيڪي حالات حاضره کان خوش تہ ناهن، مطمئن ناهن، هلندڙ نظام ۽ وهنوار کي غلط تہ سمجهن ٿا، پر ان جي جاءِ تي متبادل نظام جو اجا تعين نہ ڪري سگهيا آهن، متبادل نظام جي خبر ڪانہ اٿن معلوم نہ ڪري سگهيا آهن، انهي تلاش ۾ آهن، پريشان آهن، جيئن قرآن حڪيم رسول الله کي فرمايو تہ وَوَجَدَكَ ضَالًّا فَهَدَى (7– 93) يعني اي رسول رسالت ملڻ کان اڳي تون پنهنجي ماحول لاءِ ڪنهن اصلاحي پروگرام جي تلاش ۾ سرگردان هئين ڳولا ڪري رهيو هئين، فهدي، پوءِ الله توکي قرآن ۽ نبوت ڏئي صراط مستقيم طرف تنهنجي رهنمائي ڪئي تہ هن آيت ۾ قرآن حڪيم جنهن صراط مستقيم لاءِ ٻانهن کي دعا سيکاري، اها دعا ايڏي تہ ڪامل ۽ مڪمل آهي جنهن ۾ باقائدي نموني سان سمجهايو اٿس تہ "منجهيل رستي ۽ نامڪمل صراط تي راضي ناهي رهڻو الله پاڪ جيڪو رسول کي فرمايو تہ اسان توکي جڏهن منزل جي تلاش ۾ سرگردان

ڏنو تہ پوءِ توکي اسان ان جي هدايت ڏني سين، تہ اهوئي لفظ
الله پاڪ قران لاءِ بطور تعارف جي ٻڌايو تہ شَهْرُ رَمَضَانَ
الَّذِي أُنزِلَ فِيهِ الْقُرْآنُ هُدًى لِلنَّاسِ (2-155) يعني
قرآن ماڻهن لاءِ هدايت آهي وري سورت فاتحہ ۾ دعا
سيکاريائين تہ اهدنا الصراط الستقيم يعني هدايت ڏي تون
اسان کي صراط مستقيم جي، تہ جواب ۾ رب پاڪ تسلي ڏني
تہ إِنَّ عَلَيْنَا لَلْهُدَى (12-92) يعني اسان جي ذميداري آهي
تہ اسان توهان لاءِ هدايت جو بندوبست ڪيون، ۽ اهو پنهنجو
ذمو اسان توهان کي قران ڏئي پورو ڪيو سون، هاڻي اڳتي لاءِ
ٻڌي ڇڏيو تہ وَالَّذِينَ جَاهَدُوا فِينَا لَنَهْدِيَنَّهُمْ سُبُلَنَا (69-29)
يعني جيڪي بہ اسان جي پروگرام تي هلڻ لاءِ ڪوشش
ڪندا تہ اسان انهن کي پنهنجي پيچرن جو ضرور ڏس
ڏيندا سون ۽ انهن کي دڳ لائيندا سون. آخري آيت صِرَاطَ
الَّذِينَ أَنْعَمْتَ عَلَيْهِمْ غَيْرِ الْمَغْضُوبِ عَلَيْهِمْ جي معني
هتي ٿيندي تہ اسان کي رستو ڏيکار ان انعام يافتہ گروهہ جو
جن مٿان تو پنهنجا انعام ڪيا ۽ جيڪي غضب ۽ ضلالة
کان محفوظ رهيا، انهن جي ويجهو نہ ويا. جڏهن تہ ڪي
ترجمي ڪرڻ وارا ماڻهو هيئن بہ لکي چڪا آهن تہ رستو
ڏيکار اسان کي تون انهن ماڻهن وارو جن مٿان تو انعام ڪيو ۽

نہ ڏيکار اسان کي رستو انهن ماڻهن جو جن تي تنهنجو غضب ٿيو ۽ اهي گمراهہ ٿيا. تہ هن ترجمي ۾ هي خرابي لازم اچي ٿي تہ الله لاءِ هي تصور قائم ٿئي ٿو تہ اهو مغضوب ماڻهن ۽ گمراهہ ماڻهن جي ڏِڀَ سان بہ ماڻهن کي هلائيندو آهي. جڏهن تہ ائين هرگز نٿو ٿي سگهي. ۽ غَيْرِ الْمَغْضُوبِ عَلَيْهِمْ وَلَا الضَّالِّينَ سان اهي قومون. ماڻهو ۽ گروهہ خارج ٿي ويا جن تي ڪنهن دؤر ۾ انهن جي صحيح ڪردارن جي ڪري ڪين نعمتون مليون ۽ وري پوءِ بد ڪردارين سبب مٿن غضب ٿيو ۽ اهي گمراهہ بنجي ويا جيئن بني اسرائيل لاءِ اڳ ۾ توهان پڙهيو تہ فضلناهم علي العالمين يعني جهانن جي ماڻهن مٿان کين اسان فضيلت ڏني. وري پوءِ جڏهن اهي صراط مستقيم کان ٿڙي ويا تہ قرآن انهن لاءِ فرمايو تہ وَضُرِبَتْ عَلَيْهِمُ الذِّلَّةُ وَالْمَسْكَنَةُ وَبَاءُوا بِغَضَبٍ مِنْ اللَّهِ (61_ 2) يعني جڏهن انهن بہ الله جي نعمتن کان منهن موڙيو تہ انهن مٿان ذلت غلامي رسوائي ۽ خواري جو عذاب مڙهيو ويو ۽ مسڪنہ جو بہ مسڪنہ جو مادو آهي س- ڪ - ن جنهن جي معنيٰ آهي. ڪنهن قوم ۽ ملت جو قومي ۽ ملي لحاظ سان ارتقا رڪجي وڃي. ترقي ٿيڻ بدران رجعت ۽ زوال جو شڪار ٿي وڃي. هتي هي ڳالهہ خاص طور ذهن ۾ رکڻي آهي تہ مَغْضُوبِ عَلَيْهِمْ رڳو

يهودي ناهن ضالين رڳو عيسائي ناهن مَغْضُوبِ عَلَيْهِمْ هڪڙي وصف آهي جنهن جي معنيٰ آهي تہ جيڪو صِرَاط الْمُسْتَقِيمَ کان هٽيو. جيڪو الله رسول جي اطاعت کان هٽيو اهو مَغْضُوبِ عَلَيْهِمْ ۾ داخل ٿي ويو تہ هاڻي جيڪڏهن مسلم امت ۽ ان جا عالم ائين چون ٿا تہ اڪيلي قرآن تي عمل ڪرڻ مشڪل آهي جيتري تائين ان سان ڪو ٻيو رواياتي قسم جو ترميم پسنديءَ وارو علم نہ ملائجي تہ اهڙي صورت ۾ اها مسلم امت بہ مَغْضُوبِ عَلَيْهِمْ مان شمار ٿيندي ۽ قرآن کي هن دؤر ۾ پنهنجي هٽ نوڪين قرآن مخالف ۽ قرآن کي منسوخ بنائڻ وارين حديثن ۽ فقهن جو تابع بنائڻ وارا مسلم بہ ضالين مان ڳڻيا ويندا. سو اهڙين وصفن وارن مَغْضُوبِ عَلَيْهِمْ ۽ ضالين ماڻهن کان بچڻ لاءِ قرآن هيءَ دعا سيکاري آهي تہ اهْدِنَا الصِّرَاطَ الْمُسْتَقِيمَ ۽ وڌيڪ اهو بہ سمجهايائين تہ انهيءَ صراط مستقيم (يعني قرآني منشور) تي هلڻ لاءِ پارٽي ناهي ان جا ميمبر ٿيو جيڪا پارٽي انعام يافتہ اعليٰ درجي جي ماڻهن جي هجي جيڪڏهن اڳ ۾ اهڙي جماعت اوهان کي نظر ۾ ڪانہ ٿي اچي تہ پوءِ اهڙي منعم عليہ جماعت پاڻ ناهيو پنيان جيج ۾ جل تي تون پاڻ گهوٽ ۽

وَاجْعَلْنَا لِلْمُتَّقِينَ إِمَامًا (74 ـ 25) يعني بهتر ۽ آنيست دوست گڏ ڪري قيادت سنڀال. پارٽي ٺاهه! ليڊر شپ سنڀال!

## سورت فاتحہ جي جامعيت

سورت فاتحہ کي پوري قرآن حڪيم جي مضمونن جو مقدمو سمجھڻ گھرجي، مهاڳ سمجھڻ گھرجي. سورت فاتحہ ۾ عالمن ست آيتون قرار ڏنيون آهن. ڪن عالمن بسم الله کي سورت جي داخلي آيت ڳڻي ست آيتون بناڻيون آهن تہ ڪن وري بسم الله کي ٻين سورتن وانگر خارجي آيت ڪري شمارڪيو آهي ۽ ڪن آخري آيت صراط الذين انعمت عليهم کي جدا آيت قرار ڏنو آهي ۽ غير المغضوب عليهم ولا الضالين کي جدا آيت ڪري ڳڻيو آهي. سورت فاتحہ جي ستن آيتن جي مضمونن کي قرآن جي ستن منزلن جو عنوان ۽ هيڊنگ قرار ڏنو آهي. جن ستن منزلن لاءِ قرآن حڪيم ۾ فرمان آهي تہ وَلَقَدْ آتَيْنَاكَ سَبْعًا مِنَ الْمَثَانِي وَالْقُرْآنَ الْعَظِيمَ(87) يعني اي رسول اسان توکي ست وري وري پڙهيا ويندڙ مضمون عطا ڪيا آهن. جيڪي قرآن عظيم جي شڪل ۾ توکي ڏنا ويا آهن. اتي واءِ تفسير لاءِ آهي. ڪن ماڻهن سبع مثاني سورت فاتحہ کي سڏيو آهي. ان جي ستن آيتن جي ڪري. ۽ هن ڪري بہ تہ اها سورت وري وري نمازن

جي هر رڪعت ۾ پڙهي ٿي وڃي، جڏهن تہ الله عزوجل اهو مثاني جو لفظ جنهن جي معنيٰ آهي وري وري تڪرار سان پڙهڻ، اهو سموري قرآن لاءِ فرمايو آهي تہ اهو مڪمل ڪتاب وري وري پڙهڻ لاءِ ڏنو ويو آهي، پر جن ماڻهن مثاني جي لفظ کي صرف سورت فاتحہ سان خاص ڪيو آهي، سو انهي سوچ جا منهڙيا خالق ۽ موجد ماڻهو قرآن دشمن ۽ سازشي هوا، جن جي، انهيءَ ٽيڙ-مان نيت آهي تہ جيئن ماڻهن جو ذهن سچي قرآن کان هٽائجي، جهڙي طرح انهي گروهہ وارن فضائل قرآن جي باب ۾ ٿي پيرا قل هو الله احد، سورت پڙهڻ کي سموري قرآن برابر قرار ڏنو آهي، تہ اها بہ هڪ سازش آهي تہ سهل پسند ۽ ثواب پرست ماڻهن کي ڪنهن طريقي سان هو فضيلتن جي بهاني سان قرآن حڪيم کي پوري احاطي سان پڙهڻ ۽ غور ڪرڻ کان روڪي ثواب ڪمائڻ تي راضي ڪن ۽ جيڪي پوئين دور جا مفسر ۽ مترجم، وآتيناڪ سبعا من المثاني، مان مراد سورت فاتحہ وٺن ٿا اهي تقليدي ذهن رکندڙ مکين مٿان مکيون ماريندڙ آهن، يا وري انهن مان ڪي پهرين وانگر اهي بہ سازشين جا ساٿاري ۽ پيروڪار آهن، ۽ منهنجي هن دعويٰ تہ مثاني مان مراد سورت فاتحہ ناهي بلڪ سمورو قرآن آهي، ان جو ثبوت فن تصريف آيات يعني قرآن جو تفسير قرآن ذريعي خود قرآن ڪري ٿو فرمان آهي تہ: **اللَّهُ**

نَزَّلَ أَحْسَنَ الْحَدِيثِ كِتَابًا مُتَشَابِهًا مَثَانِيَ (32_ 39)

يعني الله عزوجل پنهنجي ڪتاب قرآن کي احسن الحديث (نهايت سهڻين حديثن وارو ڪتاب) ڪري نازل ڪيو متشابها جنهن جي احڪامن ۾ موافقت آهي مطابقت آهي، تضاد ۽ تڪراءُ ناهي، جيڪو ڪتاب پنهنجي عبارتي حسن ۽ مسئلن بيان ڪرڻ ۾ متوازن آهي، جيڪو هڪ جهڙي انداز سان پنهنجا احڪام فيصلا ۽ ڊسيشن ڏئي ٿو ۽ اهو قرآن مثاني بہ آهي يعني پنهنجي فيصلن ۽ احڪامن کي ورائي ورائي دهرائي بيان ڪرڻ وارو بہ آهي، اهڙي تہ انداز سان قرآن پنهنجي فيصلن ۽ احڪامن کي بيان ٿو ڪري جو تقشعر منه جلود الذين يخشون ربهم يعني خوف خدا رکندڙ ماڻهن کان قرآن ٻڌڻ مهل انهن جي بت مان ڌُرهڙيون نڪريو وڃن، ائين جو وار ڪاندارجيو وڃن پر جسم ۾ ڏڪڻي بہ ونيو وڃي.

هن آيت جي حوالي سان پوري قرآن کي مثاني نالي تعبير قرار ڏيڻ اها منهنجي دعويٰ نہ چئجي بلڪ خود قرآن جو اهو اعلان ۽ فيصلو آهي.



سورت الفاتحہ جي شرح

ترجمو: انب گوپانگ

## ساراھيل جا سبحان جي، تنھنجي واکاڻ کھڙي!

جڏھن انسان ھن ڪائنات جي ڪارخاني جي جڙاءُ تي اکيون ٿو اچلائي، تڏھن ان جي اڳيان ھي حقيقت سج جيان چمڪندڙ، ڪليل، چٽي ۽ واضح ٿي وڃي ٿي تہ ھن ۾ ھر ڪا شئي، ھر مظھر ۽ منظر زمينن تورڙي آسمانن ۾ وجود رکندڙ جيو جنتي ڪي، پنھنجي جياپي جو اسرڻ ۽ نسرڻ جو سامان ملي ٿو وڃي، جنھن جو ان ڪان ڪوبہ معاوضو نٿو ورتو وڃي ۽ ان کي ايستائين ملندو رھي ٿو جيسين اھو ڏاڪي بہ ڏاڪي پنھنجي تڪميل جي ماڳ مڪان تي پھچي وڃي ۽ رچي پچي راس ٿئي.

سنگ پچندي سين، ڪنھ ڪايا نہ ڇڏي. شاھ

پالڻھاري ۽ سرجڻھاري جي ھن عبرت ۽ حيرت ۾ وجھندڙ نظام کي ڏسي، ھر عقل، علم، ساڃاھ ۽ سرت پريي ماڻھوءَ جي زبان مان واکاڻ جا پڪي ڪيئن نہ اڏامندا ھوندا!

ڪڪ پن ڪن اقرار اسين ھانھا تون ڏٺي. خواجہ محمد زمان

سو ساراھ سچو ڏٺي، چئي حمد حڪيم. شاھ

۽ اھو خوشين مان تمتار ٿي، دل جي گھراين مان، پڙڪو ڪاٿي اٿين چئي ويھندو ھوندو.

اي اسان جا ڏٺي! اي اسان جا پالڻھار! تو ڪائنات جي ھر ڪا وٿ ضرور ڪنھن نہ ڪنھن ڪم ۽ ڪاج لاءِ جوڙي آھي. ھر ڪا شئي ڪارائتي ۽ لاڀائتي آھي. ھر ڪا شئي ڪائنات جو عنصر بڻجي ڪائنات جي ڪارخاني جي تعمير ۽ ترقيءَ لاءِ پنھنجو ڀاڱو پري ٿي ۽ ڪابہ شئي تخريب، تباھي ۽ نقصان لاءِ ڪانھي!

خدا پاڪ جي ھن پروگرام جي تڪميل ۽ رچي راس ٿيڻ لاءِ ضروري آھي تہ جيڪي بہ ظلم ڏاڍ ۽ جبر جون قوتون آھن ۽ ٻين جي واڌ ويجھہ ۽ اوسر نيسر ۾ رڪاوٽون بڻجي بيھن ٿيون، انھن کي رستن تان ھٽائي ڇڏجي (2-1/1)

اهوئي. سو نظام آهي جنهن کي. نيث هڪڙي ڏينهن. انسانن جي مڙني من گهرت زندگيءَ جي نظامن تي سوپ حاصل ڪرڻي آهي. جن انسان ۽ انسانيت کي رڻ واهي ڪري ڇڏيو آهي. ڪير به ڪنهن مان مطمئن ناهي. زندگيون ويساهه وڃائي ويٺيون آهن. انسانن ادب. اخلاق. اخلاص ۽ پيار پريت جا هٽ ئي بند ڪري ڇڏيا آهن. رڳو بدي ۽ بدڪاري جي بازار گرم آهي. ڪو ڪنهنجو ڪونهي. سڀني کي مفاد پرستيون ۽ خودغرضيون بي پاڙي ول وانگي ويڙهي. رت چوسي رهيون آهن. پر پوءِ به انسان پنهنجي ڪوڙي انا ۽ بيڪار ضد جي گهوڙي تان نٿو لهي. حالت هي آهي ته

آدمين اخلاص. مٺائي مانو ڪئو.
ڪڏهن ڪائي ڪونه ڪو. سندو ماڻهوءَ ماس.
دلبرا هن دنيا ۾. وڃي رهندو واس.
هيو سڀ لوڪ لباس. ڪو هڪدل هوندو هيڪڙو. شاهه

خدا جو اهو نظام. جنهن ۾ خلوص. پيار محبت. ڪهل آزادي، سان پنهنجا پر ڦڙڪائي سگهنديون ۽ پيار جي پنڌ تي پيڪرا ۽ پابنديون ويجهي به ڪونه اينديون. اهو سسٽم اهي ماڻهو قائم ڪندا. جيڪي هن عظيم حقيقت ۽ سچائي جو اعلان ۽ عملي طور تي ان اعلان ۽ دعوي جي تصديق ڪندا ته انسان خدا کان سواءِ ڪنهن به جي اڳيان ڪونه جهڪندا سين. ٻئي ڪنهن جي حاڪميت ۽ بادشاهي جي جانز قبول نه ڪنداسين. نه ڪنهن جي محڪوميت اختيار ڪنداسين. خدا جي قانون. قاعدي. اصول. هدايت ۽ حڪمت تي هلنداسين. ٻئي پاسي ڏسڻ گناهه سمجهنداسين (جي پي در واجهائين ته ڪيڏي ڪانگن کي ڏيان. شاهه)

اکيون سيئي ڏار جيڪي پسن پرينءَ کي،
سي ڏي ڪبير بهر سحن ريسارا گهڻو. شاهه
وحده لاشريڪله. جان تو پنين اِئين
تان مع محمد ڪارڻي. نرڻئون منجهان نيهن،
سي سوڻ وڃئو ڪيئن. ناٿين ڪنڌ پس ٿي. شاهه
جذبان هي جهان. هو پن گهوري گوربان.
ملڪ بريان ساڻ. جي مون سري جيڏيون. خواجه محمد زمان

انهن جو عملي طريقو ان عظيم ڪتاب (قرآن مجيد) جي حڪمن ۽ اصولن جي اطاعت هوندي. خدا جي ڏسيل واٽ کان وهلور نه ويندا ۽ اهي پنهنجو پاڻ کي الله جي حوالي ڪري ڇڏيندا. جنهن جو دم قدم ڏنيءَ جي راهه ۾ گجندو (4) [ ]

قوت جنين جو ڪوٽيور، پرهن پاٻوڙا،
پايو منهن مهراڻ ۾، ڪيڻ ڪالوڙا،
جنين تي ڏن هٿا ڏوڙا، سي سپ انعامي ٿٿ. شاهه

جيستائين اهي قومون، تنهنجي جوڙيل ۽ قائم ڪيل قاعدن ۽ قانونن تي هلنديون رهيون ۽ سڌي راهه تي هلنديون رهيون، تيستائين زندگيءَ جي ياڪرن ۾ رهيون، سڪ ملائتي ۽ امن ۾ رهيون (جنين سندا پير انٿي پهر اگوندرا. شاهه) جڏهن انهن زندگيءَ جي صحيح راهن کي ڇڏي ڏنو، ذاتي مفاد خاطر، عارضي مفادن حاصل ڪرڻ لاءِ تڪڙ ڪياٿون تڏهن وڃي اوجهڙ ۾ ڪريا ۽ غفلت ۾ گذارياٿون تڏهن ڏکن ۽ ڏڄهن اچي سندن ۾ ورتي، تڏهن ڪانئن اهي انعام اڪرام، مزا مو جون، خوشحاليون موڪلائي ونديون رهيون.

سسر ڏجي ساهه، ڪسر ڪنگن ڦبرون. شاهه

۽ ڏسندي ڏسندي دنيا ۾ ذليل ۽ خوار ٿي ويون، وڃي ٻنڻ پريين ٿيون (اتڪات ۽ ٿول، پيا آهن پٽ ۾. شاهه)

انهن جي ابن ڏاڏن جي ڪمائي ڪُٽ ٿي وئي ۽ هنن جيڪا به جدوجهد ڪئي، ۽ جيڪي به ترقيءَ جا تير هنيا، اهي سڀئي منهن موڙي هليا ويا. حتي آباديون ۽ شادابيون هيون، اتي تباهين ۽ بربادين اچي اوتارا اڏيا. جهومندڙ ۽ جهولندڙ ٻنيون ۽ ٻارا. سڪي سڙي چارجا ڍير بنجي ويا.

نه سي وئون وتن ۾، نه سي ڪاڪاريون،
پسئو ٻازاريون، هينئڙو مون لوڻ ٿئي. شاهه

۽ ايئن ويا اوجهڙ ۽ اونداهين ۾ اولڻ ۽ اتڪندا. تان حو (واٽون ويهه ٿيون ڪره جاتان ڪيهي ويا. شاهه) الائي ڪهڙن گهيرئن ۾ گهرمانجي، هڙئي هڙون هاري ويندا. غفلت ۽ آوارگين ۾ اوجهري، واٽون وڃائي ويندا. تان جو وقت وهي ويو. نيٺن ۾ نحوستن جي ننڊ لهي آئي ۽ نايون ڪوڙي ويهي رهي، جنهن ڪري انهن جي ترقي ۽ روشني جو قافلو رٽن ۽ رڃن ۾ رلي ويو، پرپيچ ۽ ورن وڪڙن ۾ وڃي ويا.

غافل غفلت جهڙ، ٿيي، ڪيئن؟ ان سي اوجهرين!
چپاٺا چڙهي ويا، وڃي بهتا ٿوڙ،
نيڻين ننڊ اکوڙ، جم ورن ۾ واٽتا ڪريين. شاهه

۽ ڪڏهن وري اجڏهن سفر جو سانباهو ڪبنون، تڏهن وري ٻنا سوچ سمجهه جي، پنهنجن ابن ڏاڏن جي ڇڏيل ليڪ تي گهلب ۽ رسڪند. رهب اهي راهون جيڪي اوجهڙ اوراٽي ڇڏيون هيون، جهنگ ۽ بيلون بنجي ويون، دسون تي پيجي ويا.

آڏو نڪرا! تر، متان روھا رتيون ٿيئن. شاھ

اھ واڪاڻ جي ابتدا آھي.

ڪري پاڻ ڪريم، جوڙئون جوڙ جھان جي. شاھ

انھن ظالم ۽ تخريبي قوتن جو راھن مان ھٽي وڃڻ جو نتيجو اھو نڪرندو (ڪاڻ پڇي ٿو ذات، جو آيو سو اگھئو. شاھ) تہ ھڪڙو نظام قائم ٿي ويندو اھڙو پلو ۽ سگھارو سھارو جڙي ويندو اھڙو پلو، سرھو، سچو انصاف، سک ۽ سلامتي، تي اڏيل ماحول ۽ معاشرو جڙي پوندو. جنھن ۾ نہ ڪو انسان، انسان جو محتاج ۽ گھرجھو ھوندو، نہ ڪنھن جو ڪرلو ۽ غلام ھوندو، نہ ڪنھنجو ڪمي ۽ ڪاسبي ھوندو. پر آزاد، خودمختيار ذميوار ۽ فرض شناس ۽ حق چوندڙ ھوندو. ھو نہ ڪنھنجو محڪوم ۽ مجبور ھوندو پر ھر ڪو ھڪ ٻئي تي ساھ ڏيندڙ، ھڪٻئي سان پيار ڪندڙ دوستاڻو ۽ قربائتو ورتاءُ ۽ سلوڪ ڪندڙ ھوندو جو نفرتون، ڪلفتون، وير عناد، ساڙ ۽ ڪينو پر ڪري آدمي ويندا ۽ محبتون، پيار عزتون، سک، سلامتيون، پڄھ جا پيڙا پري اچي، انسان ۽ انسان جي عظيم مقصد، انسانيت جي معراج جا ڪردار ۽ قدر جوڙيندو.

ريلي جنين وٽ، ڏڪندو ڏور ٿئي،
ترن تنين سين ڪٽ، اوڏا اڏي پکڙا. شاھ
ھيٺ جر، مٿي مچ، پاسي ۾ وترا ھ،
اچي وچي وچ ۾، تماچي ڄجي ساءُ،
لکي اتر واءُ، ڪينجھر ھندورو ٿئي،
مين مٿي ٿمرا، ڪھين سڌ ڪرين،
سات نہ ھيو نين، اي پر سنڌي سجڻين. شاھ

اھڙو سماج ھوندو حتي جيڙي نبيري، اميري، چند چاڻ، اڏاوت، جڙاوت خدا جي قانون مطابق ٿيندي، جتي اھڙا سرنديا ۽ سروان ھوندا جو انسانذات جو مدتن کان خواب پنھنجو تعبير ڪري ايندو برايون، بدڪاريون، تباھيون ڪتابن ۾ قصا ۽ ڪھاڻيون بڻجي وينديون ۽ سچو سنسار جو اجرو ۽ چانڊاڻ جيان چمڪي پوندو ۽ صدين کان ستايل انسانذات ھيڏن چئي وڃھندي.

ٻروھو پنور، آرياتي، اڃاريو،
لاٿو سڀ ڪنھن لوڪ تان، ھاڙھي ڏني ھور،
جورون چرڻ سگھيون، پنھون منھنجو پور،
آيو سو اتون، جنھن ڏکيون ڏک وِھاريون. شاھ

سو دم حرام، جنهن دم ياد نہ تنهنجي،
نرمل! تنهنجو نانءُ، انئي پهر اندر ۾ . شاهہ
۽ پوءِ
جي تون ٿئين الله جي، تہ عالم سڀ سندوءِ،
من له المولىٰ فله الڪل، پرين پاڻ اتوءِ،
ڪپر ڪين ڪندوءِ، وانءُ لهرين ڳڏئو. شاهہ

اهي پلا ماڻهو، اها مومنن جي جماعت، اها ڪاهوڙين جي ڪير، (ڏوٿي سا ڏورين، جا، جوءِ، سٽي نہ ٻڌي. شاهہ) جڏهن زندگيءَ جي سفر ۾ نگاهہ ڪڻن ٿا تڏهن زندگي ڪليل ٻانهن سان سندن آدر ڀاءُ ٿي ڪري ۽ زندگي جن تہ سندن انتظار ۾ ساهہ پٽي ڪنيا جن جي اچڻ سان ڇڻ تہ زندگيءَ ۾ آس جاڳي پئي هجي (آئي جن جي آس. جاڳي اٿي جيئڻ جي. الف) اهي جڏهن حيات جي سفر ۾ پيار جون پيرڙيون ڪڻندا، تڏهن حسين ۽ خوبصورت آسون، اميدون ۽ تمنائون ڪر موڙي، جاڳي پونديون ۽ انهن جي چپڙن تي دعائون ۽ آٿتون ٻڌجي پونديون ۽ اهي اکر اڏائيندين تہ

اي اسان جا ڏٺي سڳورا! زندگيءَ جو اهو سڌو، سنواتو ۽ هموار رستو، اپري ۽ نڪري اسان جي اکين ۾ اچي پوي ۽ پيرن ڪي پيرين پوي، جيڪو اسان ڪي پنهنجن منتظر ڪلهن تي ڪٽي وڃي، بنا ڪنهن ڏپ ڊاءَ جي ۽ تڪليف جي، اسان ڪي پنهنجي ماڳ ۽ مڪان تي پهچائي. جتي (1/5)

نيڻين نظر نينهن، جڙون جت جوڙجن،
ساهہ انين تان صدقو، اندر سين عضون،
لاهي تن لطيف چئي، انگ پڻ آڇجن،
قلب قرباني ڪريان، مٿان دل دوستن،
هئين ۽ اکين، ڦاهي ڪاڏي پرينءَ لئي. شاهہ
جتي پرهيندي پير نرٿا، ايندي لٿي اچ،
ويٺري منجهہ سچ، ڪرلڏي رڻ اڪارئين. شاهہ

(صراط المستقيم) يعني اها واٽ، جنهن تي هلي، اڳيون قومون زندگيءَ جي خوشگوارين، شادابين، سرفرازين ۽ لطفن جي جهولن ۾ جهليون، ذهني توڙي جسماني طاقت ماٺيائون، انهن جي صلاحيتن ۾ نکار آيو، جنهن ڪري، انهن ڪائنات جي قوتن ۽ وسيلن کي پنهنجي فائدي لاءِ ڪتب آندو ۽ پنهنجي ييجي قومن جي ڀيٽ ۾ اتر ۽ اتل ٻڌجي ويون، امتيازي حيثيت ماٺيائون. (1/6)

اکيون لٽ اورائيون، ڪيئن ڪڙيان پير.
لب لائيندو ڪير، مون جيهي معذور کي. شاهه

۽ وري ڪڏهن ڪڏهن هو پنهنجي جذبن جي ناڪيلي ۾ اولاڪن وانگي ڏڪبا ۽ ڪنبا رهيا. ضد ۽ احاڻي ڦوٽ جي ڪري، اوندهي ۽ ٿا ڦوڙا ته هڻندا رهيا. پر ڪنهن به روشني جي ويجهو نه ريا. اوڙو پاڙو به ڪونه پڇياڻون. اندر جو ڪتاب به ڪونه کلياڻون. ڪائنات جي ڪليل ۽ چٽي صحيفي کي به ڪونه پڙهياڻون. فطرت جي اکين ۽ پاڪرن کان به پري پڄندا رهيا. پنهنجي مفادن ۽ فرضن جي ويران وادي ۾ وڙڪندا ۽ ووڙيندا رهيا. خيالن جي خمارن ۾ رڄ ۽ سڄ جي سيمن ۾ سڙندا ۽ سهڪندا رهيا.

وڃي چو ونڪار. هٿ نه ڳوليين هوت کي،
لڪوڪين لطيف چئي، ٻاروچو ٻئي پار.
ٿي ستي، ٻڌسندرو پرت پنهون، سين پار.
نائي نينڻ نهار ته تو ۾ ديرو دوست جو. شاهه

۽ جڏهن رلي رلي، اواڻي سفر ۾ ڦان ٿي ڪري پيا ۽ ڪا به سواڻ هٿ نه آئي (جيڪ غلط ڏس ۽ رٿابندي جي ملئي ٿي نه هئي) تڏهن مٽي تي هٿ رکي. قسمت کي پٽڻ لڳا ته هئي! اسان جا پاڳ ئي اهڙا هئا. خدا کي منظور ئي ائين هو. جنهن اسان کي سئين دڳ تي ئي نه لاتو. پر ماضي، جي مڙني منافقن، مفادپرستين ۽ خود غرضين کي ليکي ۾ ئي نه اندائون.

سڄيون راتيون سهين، پر سڪان ڏيئي.
ٻيڙياتا! ٻيئي، تو نه ڦبنديون ڳاليهون. شاهه

اي اسان جا ڏٽي سڳورا! اسان توکان، تنهنجي ٻڌايل واٽ تي هلڻ جي طاقت طلبيون ٿا نه جيئن اسان جو حشر به اهڙو نه ٿئي جهڙو اسان کان اڳ. مصيبتن جي ماريلن جو ٿيو هو. جنهن تنهنجي نصيحت ۽ هدايت تي عمل نه ڪيو. صبر. سڳهه ۽ برداشت ڇڏي. تڪڙ هوڙهائي ۽ هوڏ ۾ ڪاهي پيا.

نثار موسل مونڻ لڪنو سهسين جئن سڪن
سي هنين جاڙ جين جي ڪوري ڪاغذ ائيون. شاهه

اسان ڄاڻون ٿا ۽ نون هيمشه مهربان رهيو آهي صحي واٽ ۽ وٽ ٻڌائيندو رهيو آهين پر جيڪا تو ۾ تنهنجي ڏسيل وٽ کان منهن موڙيندي. پنهنجي فلسفي. علم ۽ فڪر تي عمل نه دڪندي. انجو سو ڪير به هميشي نه ڪندو ۽ آهه ٻرداهي جي اُراهه ۾ وڃائجي ويندي آهي اهاڻي پور. جا سونهن ري نه سڌري. شاهه ۽ اسان اها ڳالهه به سڃبي ويا آهيون.

# سنڌ ساگر اڪيڊمي جا مقصد

* انساني هدايت لاءِ انبياءَ عليهم السلام معرفت مليل وحي واري تعليم کي عام ڪرڻ.

* قرآن حڪيم جي تعليم ۽ اصولن خلاف طاغوتي طاقتن، وحي واري علم جي مقابلي ۾ هٿرادو علم ذريعي جاگيرداريت ۽ سرمايه داريت کي جنم ڏئي انسانيت کي اڇوت ۽ برهمڻ، اپر ڪلاس ۽ لوئر ڪلاس، غلام ۽ آقا، جي طبقن ۾ ورهائي ڇڏيو آهي، ان جڙتو علم ۽ فلسفي کي جڙتو ۽ غلط ثابت ڪرڻ.

* سنڌي ٻولي ۾ اهڙو لٽريچر عام ڪرڻ جنهن سان وهمي ۽ ظني، شڪ شبهن وارن نظرين، خيالن ۽ عقيدن کان ماڻهن کي ڇوٽڪارو ملي ۽ انجي بدران ٿي ۾ تحقيقي، تجرباتي ۽ سائنسي حقيقتن تي قائم علمي نصاب، جوڙجي جنهن سان ماڻهو دقيانوسيت، شخصيت پرستي ۽ وهم پرستي جي واڙاڻپ مان نڪري سگهن.

* ماڻهن کي فرقي بازي کان ڪڍي وحدت انسانيت واري راهه تي آڻڻ.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ڀاڙي، ڪاٺُو، ڀاڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصِي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تـہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَـنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪچي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻچاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)